


سال : پهريون
نمبر : پنجون

ايڊيٽر
پٽر

ڊسمبر ۱۹۷۳

قيمت هڪ رپيو

ساليانو چندو ٻارنهن رپيا

خط و ڪتابت لاءِ لکو :
۸۰- بي لطيف آباد ۴
حيدرآباد.

ڪاروباري لکپڙهه ڪريو:
مئنيجر: سنڌي عوامي ڪتاب گهر
ملت اسلاميه ڪالوني حيدرآباد

هي رسالو سيد عالم شاهه، مهٽي پرنٽرس، الهندي ڪچي، حيدرآباد مان ڇپرائي ۸۰- بي لطيف آباد ۴ حيدرآباد مان پڌرو ڪيو.

## مضمون



## ڪهاڻيون



هن پرچي جا ليکڪ
ڪنجوس ڪيڙانو، رشيد ڀٽي، سيد اڪبر، اعجاز علي خواجه، حافظ اسماعيل مهيري ۽ ”هڪ قيدي“ جي زباني...

تڪرڙي

## ايڊيٽوريل

# نئون قانون

ڪجهه وقت اڳ عوام سان انجام ڪيو ويو هو ته ’اڳوڻي پراڻي پاڪستان جي جاءِ تي هڪ نئون پاڪستان بنايو ويندو‘ اهو نئون پاڪستان ڪهڙو هوندو؟ تنهن بابت عوام کي قسمين قسمين اميدون ۽ انديشا هئا. گهڻن کي اميد هئي ته عوام دشمن قوتون، اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي آڙ ۾ ٢٦ سالن کان پاڪستان تي جيڪو ڦرلٽ، مڪر ۽ بدمعاشيءَ جو نظام مڙهيو هو، جنهن کان بيزار ٿي ڪروڙين بنگالي مسلمان دانهون ڪري، پاڪستان کان ڀڄي ويا سو ختم ڪيو ويندو. باقي رهيل پاڪستان جون ڦريل ۽ ڦرجندڙ ٻيون به بنگالين وانگر دانهون ڪري ڀڄڻ جون واهون نه ڳولين، انهيءَ لاءِ سائن وهنوار ڪيو ويندو ۽ سندن گهر جي ٽپڙن تي سندن حق تسليم ڪيو ويندو. اهو فقط تڏهن ممڪن هو، جڏهن پاڪستان جي نالي ۾ ڌاڙن هڻندڙن جي گس بند ڪرڻ لاءِ سمورين ٻين جي قومي وجود کي تسليم ڪري، ڪين پنهنجي گهر جو ڌڻي ڪري،قبول ڪيو وڃي ها. گهڻن سمجهيو ٿي ته، بنگال جي دردناڪ واقعي مان سبق سکي، اهو ئي صحيح ۽ سمجهداريءَ وارو گس ورتو ويندو. شروع شروع ۾ صوبائي خود مختياري ملڻ بابت، جيڪي ڳالهيون ڪيون ويون تن مان ائين ٿي نظر آيو، ڇڻ نئون پاڪستان آهستي آهستي انهي صحيح رخ ۽ طرف ڏانهن وڌي رهيو آهي. پر سنت ئي آهي اميدون ناڪام ٿينديون نظر آيون. ڀهريائين، نئين دستور ۾ قومي تضادن کي تسليم ڪرڻ جي ڳالهه لنوائي ڇڏي وئي. هاڻ هڪ آرڊيننس ذريعي پاڪستان اندر ڌار ڌار قومن جي وجود تسليم ڪرڻ کي باقاعدي هڪ قانوني ڏوهه نهرائي ڇڏيو ويو آهي. اِها بندش ٻن اکرن ۾ وڌي وئي آهي. پر اُن جا خراب نتيجا ٻن اکرن ۾ بيان ٿي نه سگهندا. اسان سنڌي اها دعوي ڪندا رهيا آهيون ته ’سنڌ جون زمينون،درياءُ، گذر جا وسيلا، مال ملڪيتون، ٻولي، ثقافت ۽ ٻيون سڀ پيارئون ۽ قيمتي شيون ۽ ڳالهيون اسان جي ملڪيت آهن. انهن تي اسان جو ئي حق آهي. اهو اسان جو اباڻو ورثو آهي. ٻئي ڪنهن کي به حق ڪونهي، جو اسان کي انهن کان محروم ڪري‘. اِها دعوي اسين اِنهيءَ ڪري ڪندا آيا آهيون ۽ اِنهيءَ ڪري، ڪري سگهيا آهيون، جو اسان جو اهو ويساهه ۽ اسان جي اها دعوي پئي رهي آهي ته ’اسين هڪ تاريخي قوم آهيون‘. هاڻ قانون جي هنن ٻن سٽن ۾ اسانجي اِنهيءَ دعوي کي غلط، باطل ۽ خلافِ قانون نهرايو ويو آهي.

### ”اوهين آهيو ڪير؟“

موجوده صورتحال هيءَ آهي ته هاڻ جيڪڏهن اسين چئون ٿا ته ’اسان جون فلاڻيون زمينون، فلاڻا گذر جا وسيلا ۽ فلاڻا حق اسان کي موٽائي ڏيو‘ ته اڳلو هڪدم اسان کان سوال پڇندو ته ”اوهين آهيو ڪير؟“ جي چئون ٿا ته ”اسين سنڌي قوم آهيون“ ته داد فرياد بجاءِ خود پر سڌا ڪاٺ ۾ هنيا ويندا سين. نتيجو اهو نڪرندو، جو اسين پنهنجي ڪنهن به ٽپڙ ٽاڙيءَ لاءِ ڪا دعوي

ڪري يا ڪو حق ڇڪائي نہ سگھنداسون. اهڙيءَ ريت سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ ان جي سمورين نعمتن ۽ ملڪيتن تان اسان جا حق، واسطا ۽ حجتون رد ۽ باطل نهرايون ويون آهن. اسان جو سنڌ ڌرتيءَ بابت تاريخي رڪارڊ ۾ پيل ڪاتو، قلم جي هڪڙيءَ ليڪ سان ختم ڪيو ويو آهي. اسان جي ڌرتيءَ، ۽ اسان جي گھر جي ٽپڙن تي جيڪي بہ ناجائز قبضا، حد دخليون، ڦريون ۽ ڌاڙا هيستائين لڳي چڪا آهن، سي هن قانون سبب سڀ جائز ۽ قانوني صورت اختيار ڪري ويا آهن. ڇو تہ هاڻ انهن ڏوهن بابت اسين ڪابہ دانهن ڪوڪ ڪرڻ کان خارج نهرائجي چڪا آهيون.

## قانوني مال غنيمت!

هن قانون موجب سنڌ جو مال ۽ سنڌس ٽپڙ سڄي جڳ لاءِ مالِ غنيمت نهرايا ويا آهن. نہ رڳو هتي پاڪستان ۾ رهندڙ ڪوبہ ماڻهو پاڻ کي پاڪستاني سڏي، اُن مان جيڪي ڦبائي سگھي، سو ڦبائي سگھي ٿو. پر ڪو لنڊن، ڪئناڊا، آفريڪا يا ڀارت ۾ رهندڙ ماڻهو بہ بهارين وانگر پاڻ کي مسلمان ۽ پاڪستاني سڏائي، پاڪستان تي پنهنجو حق ڇڪائي، سنڌ جي ڪنهن بہ زمين ۽ گذر جي ڪنهن بہ وسيلي تي قبضو ڪري سگھي ٿـو. جيڪو بہ اعتراض ڪندو، تنهن کي هن آرڊيننس موجب ڦيرائي گھيرائي، وٺ سٺ ڏيئي مجرم ثابت ڪري سگھجي ٿو.

مطلب تہ هزارين سالن کان وٺي اڄ تائين، اسين دودي، درياخان، هوشو، هيمون، مائي بختاور ۽ لطيف جي نقش قدم تي هلندي، پنهنجي اباڻي ورثي بچائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪندا رهيا آهيون، سا پاڪستان جي هن چويهين سال ۾ قانوني طرح ناجائز ۽ خلاف قانون نهرائي ويئي آهي.

هيءُ آرڊيننس، خاص ڪري اُن جو قوميتن کي غير قانوني نهرائڻ وارو حصو، پاڪستان لاءِ هرگز فائديمند ثابت نہ ٿيندو. هيءُ آرڊيننس پاڪستان جي قومي مسئلي جو نہ رڳو صحيح حل ناهي، پر بلڪل غلط ۽ قطعي نقصانڪار حل آهي. اهو رواجي عقل، تاريخي ۽ جاگرافيائي حقيقتن جي بہ سراسر خلاف آهي. مثال طور هن قانون موجب هنان هزارين ميل پري هندستان جي هُن ڇيڙي وارو بهاري يا ڀارتي مسلمان ڪلوڙ سپاڻي جيڪڏهن ڪٿان گھٽ ڏيئي، باردر ٽپي، اوچتو هتي اچي نڪري تہ هتي قدم رکڻ شرط ڪلوڙ ۽ منڇر ڍنڍ تي صدين کان ٻڪن ڏکن ۾ رهندڙ ڪانگل مهاڻو ٿي ويا پاڻ ۾ هڪ قوم! باقي ڪانگل ۽ سنڌس صدين جا پاڙيسري مهاڻا، ڪوسا، خاصخيلي، رند، سَمّا سي پاڻ ۾ ڪجھ بہ ڪونہ ٿيا! گھٽو گھٽو ٽپ ڏنائون تہ ٿيا پاڪستاني!

سوال آهي تہ قومن کي بچائڻ ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ قوميتن جي وجودن کي ختم ڪرڻ فائدي وارو ۽ ضروري آهي يا پاڻ انهن کي تسليم ڪري هرهڪ کي پنهنجو جائز حق ڏيارڻ فائدي وارو ۽ ضروري آهي؟ دنيا جي ٻن عظيم ۽ مضبوط ملڪن، روس ۽ چين، جو مثال وٺو! روس ۾ سرڪاري طرح سؤ کان مٿي قوميتن جي وجود کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ ڪين پنهنجي پنهنجي قومي علائقي جو تاريخي وارث ۽ جائز حقدار تسليم ڪيو ويو آهي. ڪين قانوني ۽ دستوري حق ڏنو ويو آهي تہ 'جڏهن چاهين، تڏهن گڏيل سوويت سرڪار کان الڳ ٿي وڃن!' ڪي ايڏيون تہ ننڍڙيون قوميتون بہ تسليم ٿيل آهن، جو انهن جي آبادي اسان جي تعلقي يا ضلعي جيتري بہ مس ٿيندي! انهن کي بہ انهي جدا علائقي جو وارث تسليم ڪيو ويو آهي. چين ۾ غير چيني قوميتون

نالي ماتر ۽ اٿي ۾ لوڻ برابر آهن. اهي اڪثر جبلن جي جهڳن ۾ رهندڙ قبائلي آهن. ڪن ته جبلن ۽ ٻيلن کان ٻاهر واري دنيا ڏٺي ته ڇا ٻـڌي به ڪانهي. پر چيني سرڪار انهن کي جبلن، ٻيلن ۽ ٻيٽن مان ڳولي ڳولي هٿ ڪري پنهنجا خودمختيار صوبا، علائقا ضلعا ڏئي ڇـڏيا. ڪٿي ڪٿي ته خود مختيار تعلقا به ڏنا ويا آهن. مائوزي تونگ جو سرڪاري لقب آهي ”چين جي سڀني قوميتن جو اڳوان“ هو چين جي عظمت جو هڪڙو ڪارڻ اهو ٿو ٻڌائي ته ”چين جي سمورين قوميتن جي وچ ۾ اتحاد مضبوط آهي.“ روس ۽ چين اهڙي قوميتن کي به قومي خود مختياري ڏني آهي، جن وٽ پنهنجي الف-ب به ڪانه هئي. انهن کي الف-ب ڏيئي، پڙهائي، ماڻهو ڪري ڪين ٻڌايو ويو آهي ته ’اوهين هڪ الڳ قوميت آهيو. هي اوهان جو الڳ قومي علائقو آهي. ان تي ڀهريائين اوهان جو حق آهي!‘

ڇا ان ڪري روس ۽ چين ڪمزور ٿيا آهن؟ ڪين ٻگهڙ ڪائي ويا آهن؟ هو دنيا جي ڪٿن ڪان ڪٿن آفتن ۽ عذابن مان لنگهيا آهن ۽ سندن وار به ونگو نه ٿيو آهي. ڇو؟ ڇو ته هنن تاريخي حقيقتون تسليم ڪيون .انهن کان پڳا ڪونه . هنن بي ايماني نه ڪئي. سچائيءَ کان ڪم ورتائون. اڄ ان سچائيءَ جو بدلو ڪين ملي پيو.

ٻئي طرف انگريز، فرنيچ، ڊچ ۽ ٻين سامراجين ايشيا، آفريڪا جـي عظيم قومن جا نالا ميساري، ڪين ”ديسي“ سڏيو. ڪن ته مورڳو آفريڪا ۽ ايشيائي قومن کي چيو ته ’اوهين فرينچ آهيو. پورچوگيز آهيو. اوهان آفريڪي، ايشيائي ناهيو.‘ پوءِ؟ تاريخ ڇا ڪيو؟ اڄ اهي هٿ‌ناٺ ۽ ڪوڙ جا ڪوٽ ڪٿي آهن؟ اڄ اهي عظيم قومون وري به دنيا ۾ اوچو ڳاٽ ڪريو پيون هلن ۽ سامراجي ڪوڙن جي منهن ۾ ڌوڙ پئجي ويئي آهي ۽ هو لاچار سچ کي تسليم ڪريو پيون ٻوليون پيا ٻولين. تاريخي سچاين جي سچ کي ترڻ هيٺان لڪائڻ جي ڪوشش هميشه اجائي ثابت ٿي آهي. عقل جي ڳالهه اها آهي ته پاڪستان ۾ تاريخي سچائين کان گوهيون ڏيڻ ۽ قانوني قندن جي واريءَ ۾ شتر مرغ وانگر سسي لڪائڻ جي پاليسي ترڪ ڪئي وڃي. انهن اٽڪلن سٽڪلن مان چوڌري غلام محمد، چوڌري محمد علي، اسڪندر مرزا، ايوب، يحيٰي ۽ مودوديءَ کي ڪهڙو هڙ حاصل ٿيو، جو هاڻي حاصل ٿيندو؟ اهي سڀ قلهيار ۾ قوڪون ثابت ٿيون. جيڪا ڳالهه جيئن هئي، تيئن ئي وڃي بيٺي. ساڳيءَ طرح هاڻ به هن قسم جي قانوني حرفتن وسيلي عوام سان چالاڪي يا گدي ڪرڻ جي پاليسي به پس پيش اوس ناڪام ٿيندي.

جلد يا سويل عوام هن آرڊيننس ۾ جيڪا رجعت پرست ۽ غير جمهوري ذهنيت سمايل آهي، تنهن کي چڱيءَ طرح سمجهي ويندا ۽ آهستي آهستي ان جي خلاف منظم ۽ بااصول جدوجهد هلائي، ان کي ناڪام بنائيندا. انهيءَ ڪري اسين پوري خلوص ۽ خير خواهيءَ سان مطالبو ٿا ڪريون ته هن بنيادي مسئلي تي ايوب خان ۽ مودوديءَ جي ون يونٽ جي پاليسي ترڪ ڪري، پاڪستان جي مظلوم ۽ ستايل عوام سان پوري ليکي ۽ وهنوار ڪرڻ واري پاليسي اختيار ڪئي وڃي. انهيءَ ۾ ئي سڀني جي عزت آهي اهائي پاڪستاني عوام جي ٻڌيءَ، مضبوطيءَ ۽ ڀلائيءَ جي وات آهي. ٻي وات فقط تفرقي، ڏڦيڙ ۽ فاشزم ڏانهن وٺي ويندي ۽ سڀني کي تباهه ڪندي. اسانجي صلاح آهي ته هن آرڊيننس جي قومن واري فقري تي ٻيهر ويچار ڪيو وڃي ۽ قومي اسيمبلي ان ۾ گهربل ترميمون ڪري، قوميتن جي وجود تسليم ڪرڻ تان بندش ڪڍي ڦٽي ڪري. (ڏسو صفحو ٣٧)

( فسانو ) (هڪ قيديءَ جي زباني)

# ”ابابيل ۽....“

اڄ صبح ٿي ويو هو. ٻاهر انب جي وڻ تي ڪوئل رڪي رڪي ڪوڪاري رهي هئي. اولهه پاسي واري نم جون ٽاريون ٽڪار وارين هوائن ۾ جهوٽن ۾ لـڏي لمڪي، هيٺ مٽي تي چڻ ڪنهن کي اشارا ڪري رهيون هيون. ۽ اوڀر طرف سونهري سج جي شعاع پکڙجڻ شروع ڪيو هو. سپاهي پهريدار ڇهن جا ٽڪاءَ هنيا هئا. اونهاري جي موسم هئي. سينٽرل جيل جي ڪوٺيءَ جي شيخن وارو دروازو جمعدار کولي ڇڏيو هو. صفا اڄ صبح ٿي ويو هو. پر چارئي قيدي اڃان شايد ننڊ جي نشي ۾ هئا. هو ڪڏهوڪو جاڳيا ته هئا پر ڄڻ ڳڳاٽيل هئا. بس ائين ئي ليٽيا پيا هئا. هڪڙي قيديءَ جون اکيون ڪليل هيون باقي ٽن قيدين جون اکيون نوخيز مڪڙين وانگر بند هيون. اوچتو هڪ مٺڙو چررات ٿيو. چر چر چرر .... چين- سجاڳ قيديءَ رڙ ڪئي- ”اڙي مٿي ته ڏسو- مٿان ڇت جي هيٺان ويهن پنجويهن ابابيلن جو ولر گهمرا ڏيئي رهيو هو- خاموش ڪوٺيءَ ۾ هڪڙو آواز ۽ ٻيو قيديءَ جي رڙ- ٽيئي قيدي اکيون کولي ڏسڻ لڳا. واقعي ابابيلن جو ولـَر بلڪل منظم طريقي تي، ڪوٺيءَ ۾ اندر طواف ڪري رهيو هو.

قيدي نمبر پهرئين ڳهريل آواز ۾ چيو ”سائين، سائين منهنجا دوست اچي ويا آهن. سبق ڏيون َ ڪجهه سيکاريون َ....“ ٻئي قيديءَ چيو ”ڏسين ٿو ته پاڻ ۾ سڀ ابابيل گڏ ۽ هڪ ئي ٽوليءَ ۾ آهن.“ ٽئين قيديءَ چيو ”رنگ ته ڏسونَ ڪارا آهن ڪارا“- ”ڪارو به رنگ آهي“، پر پيٽ ۽ سينو ته اڇو اٿن. اندر جا ته اڇا آهن. ۽ اهو رنگ جنهنکي اوهين ڪارو چئو ٿا سو ڪارو نه پر ڳهاٽو نيرو آهي. سندن اهي نيرا کنڀ- جانچي ته ڏسون- مٿن سونهري ۽ سوني دز جو جڙاءُ ٿيل آهي“- ”واقعي سندن کنين ۾ سون ورنو شعاع آهي. پر پڇ ته ڏسون. جهڙا عاج جا جپاني پنکا“- چوٿون قيدي اهو سڀ ڪجهه سواءِ ڪنهن هٻڪ جي چئي ويو.

ابابيل مٿي، ڇت هيٺان، باقائدي ڪنيڙاٽيون ٽڪڙيون ٽڪڙيون ٺهي ڪنهن خاص ترڪيب سان پرواز ڪري رهيا هئا. ڄڻ ته ڪنهن، ڪنهن سائنس دان ننڍڙا ننڍڙا ۽ ڦرندڙ راڪيٽ ناهي اندر ڪوٺيءَ ۾ اڏاري ڇڏيا هئا. يا ته وري ماڳهين، اهي اڏامندڙ ابابيل وري ائين پئي لڳا جيئن ڪنهن جوهريءَ ڪو ٽڙڪندڙ هيرن جو هار ڇت هيٺان خلا ۾ گولائيءَ تي ٻاٽاري ڇڏيو هجي- چر-ر، چر- چين چون.... جو آواز.... رڪي رڪي ڪوٺيءَ ۾ گونجڻ لڳو- سڏ ۽ پڙاڏي وارو قصو هو- خبر نه آهي ته اهي ابابيل قيدينُ کي خوش ڪرڻ لاءِ نغمه سرائي ڪري رهيا هئا. يا ماڳهين ڪنهن تارن واري ساز کي هوريان هوريان ڇيڙي وجد ۾ آڻي ڇڏيو هو.... عجيب وايو منڊل هو، فضا

۽ وقت دم روڪي خاموش ٿي ويا هئا. پر هو، اهي چارئي قيدي ابابيلن کي ڏسندا رهيا.

ڪا مهل گـذري ويئي، ابابيل ڪوليءَ ۾ چڪر لڳائي رهيا هئا ۽ چارئي قيدي ڪين ڏسندا رهيا- تہ، تہ پهرئين قيديءَ چيو. ”اي ابابيلو! ابابيلو توهان فرعون جهڙي ظالم کي شڪست ڏني هئي. قرانشريف ۾ بہ توهان جو ذڪر آهي. توهين پلي پار جا ساٿي رهيا آهيو. مرحبا، مرحبا، پلي آيا جيءُ آيا- اسان جي لاءِ ڪهڙو پيغام آندو اٿو.... توهين.... سڀاڳيا آهيو. ها، ها- اڄهو ٿو اسانجي آزاديءَ جو پروانو پهچي.... شل اسين چارئي آزاد ٿي وڃون. آزاد ٿي وڃون- آمين ثم آمين....“

ٻئي قيديءَ چيو ”نوجوان نلهو ۽ سڪٽين دعائن مان ڪجهہ ڪين ورندو. تو ڪي، توهين ائين سولائيءَ سان آزاد نہ ٿي سگهندا. ظالم معاشري جون پاڙون ائين ڪين اکڙنديون. آزادي ۽ دعائن سان.... ڪنهن بہ بني بشر کي اڄ ڏينهن تائين نڪا ملي آهي ۽ نڪا ملندي. ڏس اهي، اهي ابابيل.... سيئي گڏ آهن. گڏ آهن ۽ هڪ آهن. بابلا ڪٽيءَ جي مجني کي پلا ڪڏهين ڪجهہ حاصل ٿيو آهي؟ پهرين سيئي گـڏجي هڪ تہ ٿيو. توهان جون ڪيترئيون جماعتون آهن. چو؟ بس رڳو عهدن، پئسن خرچڻ ۽ اخبارن ۾ سڪٽا بيان ڇپايو ۽ پوءِ بس وري پنهنجن سان ئي وڙهي، هڪ ٻئي جو خانو خراب ڪريو....ميان....آزاديءَ جا پتنگ ٿيو.... گڏجي نبنهن جو نعرو هڻو. ميدان تي اچو. پنهنجا ۽ پراوا سڃاڻو.... پوءِ آزادي ۽ پوءِ وطن. ٻئي اوهان جا هوندا. ۽ پوءِ دنياجون سڀئي نعمتون اوهانکي ازخود عطا ٿي وينديون....“

”بس بس.... هاڻي اهو واعظ ۽ اها تقرير بند ڪر....“ ٽئين قيديءَ چيو. ”هتي ڪو پبلڪ جلسو ڪونهي ۽ نڪا وري ڪا اسٽيج آهي موقعي پرست، اقتدار جي ڪرسين لاءِ رڳو پيا واجهہ وجهو.... توهان مطلب پرست سياست دانن تہ عام ۽ ابوجهہ ماڻهن کي رڳو ڏوڪا ۽ فريب ڏنا آهن. مڪار.... توهان ڇا ڇا نہ ڪيو آهي؟ ٢٦ سال، گذري ويا آهن.... آهي ڪا توهان جي فقط هڪڙي ڪا حقيقي ۽ منظم سياسي جماعت. چو، چو؟ ڏنا اٿئون توهان جا دوست.... سياست دان. ڪتي کي ٽڪر پور ڏيو تہ يڪدم پڇ لٽڪائيندو. اڄ توهان مان ڪيترا انهيءَ ٽڪر پور ڪري ڪرسيون والاريو. ويٺا آهن.... بي شرم ۽.... بي حيا....! ٽئي قيديءَ جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون هيون. هو رت ورنين نگاهن سان ڪاوڙ، ڪروڌ ۽ نفرت وچان ٻئي نمبر قيديءَ کي، اٿي ۽ ويهي گهورڻ لڳو. ويرم ئي ڪان، گذري تہ هن کي کنگهہ اچي ٿي. کنگهي کنگهي نيٺ آخ ٿو ڪري هن ڪوليءَ کان ٻاهر هڪ وڏو ڪانگهارو اڇلايو ۽ پوءِ منهن مونن ۾ ڪري الائجي ڪهڙي پڻ پڻ پنهنجي پاڻ سان ڪندو رهيو. وري پلڪ بہ ڪين گذريو تہ ساڳئي ٽئين نمبر قيديءَ وڏو ٺهڪ ڏنو ۽ پوءِ کلندي کلندي چوڻ لڳو ”يائو معاف ڪجانءِ. نوجوان مونکي معاف ڪر. دل ۾ مٽان ڪرين. آءٌ نهايت جذباتي آهيان مصور ۽ چتر ڪار جو ٿيس.... منهنجي طبيعت ئي خراب ٿي ويئي هئي.... جيڪي مون چيو سو وساري ڇڏ.... هتي جيل آهي.... ڏس ڏس،ڪهڙا نہ سهڻا آهن اهي ابابيل.... الا.... سندن سفيد ڪپهہ جهڙا سينا ڪيئن نہ پيا چرڪن....! قدرت سندن ڪهڙو نہ خوبصورت جسم ناهيو آهي. ۽ پوءِ ڪين.... ڪيئن نہ آزاد فضا ۽ آسمان جي وسعتن ۾ آزاد اڏامڻ جي چڙوا ڳي ڏيئي ڇڏي آهي!.... ۽....“

چارئي قيدي، خبر ناهي ڪڏهوڪو اتي ويهي رهيا هئا.... سيني ڳالهايو هو. پر چوٿون پيرسن قيدي خاموش سيني کي ٻڌندو ٻه رهيو ته هر هر ڪنڌ ڪڍي اڏامندڙ ابابيلن کي ٻه پئي ڏٺو.... نيٺ هن ٻه ڳالهايو. هن چيو "يارو، ڳالهيون ته ڪافي ٿي چڪيون. ڳالهين سان ڳوٺ ڪين ٻڌبا. ڪو قياس ڪريو. هيءَ نوجوان شاگرد.... جي ڪوڙي ڪيس ۾ چار سال.... جيل ڪاٽي چڪو آهي. هتي ئي هن کي منډو ڪري ڇڏيو اٿن. ۽ هيءُ دوست، هڪ غير منظم سياسي پارٽيءَ جي "نالي ۾ نهال اديون آريجن جون" ٿي مهينا بيدريافتو پيو آهي. ۽ اسين ٻئي پنهنجي ئي وطن جا دشمن سمجهيا ويا آهيون. پر هيءُ جيڪي بيقصور ابابيل.... اڻڄاڻائيءَ ڪري هتي اچي ڪوليءَ ۾ ڦاٿا آهن. اڻ ڄاڻائي وڏو عذاب آهي. جهالت وڏو گناهه آهي. اٿو، پاسن کان ٿي بيهو. ته هنن ابوجهن کي ڪوليءَ مان ٻاهر ڪيون. اٿو اٿو. ابابيلن کي ڪيون. دروازو کليل آهي. هتي پاسن کان ٿي بيهو"....

هش هش، هو هو، هلو هلو، وڃو وڃو.... چئني قيدين هوڪرا ڪري، ٻانهون مٿي الارڻ شروع ڪيون. ويرم ڪانه ٿي ته ابابيل پڙڪو ڏيئي ٻاهر نڪتا.... پر پنيان جيڪي ٻر وقت پوئتي رهيل هئا.... رڳو ٻه ابابيل ڪوليءَ ۾ رهجي ويا. اهي ابابيل- جوڙو، ٻئي تيز تيز ڦرڻ لڳا. پر مجال آهي جو هيٺ لهن يا ٻاهر نڪرن چارئي قيدي هوڪرا ڪري، ٻانهون الاري الاري ٿڪجي پيا. ويهي رهيا ۽ اهي ٻئي ابابيل ڇت جي ڇيرن ۾ لڪي گم ٿي ويهي رهيا.

اهو ابابيلن جو جوڙو پورا ٽي ڏينهن ڪوليءَ ۾ اندر قيدين وانگر قيد ۾ پيو هو. پر هوڏانهن ابابيلن جو ولر، هرروز صبح ۽ شام ور ور ڪوليءَ جي ٻاهران ورانديءَ ۾ چڪر لڳائي وري آزاد فضائن ۽ آسمان جي نيراڻ ۾ گم ٿي ويندو هو- ڪوليءَ وارا ٻه ابابيل اڪثر ڇت هيٺان نڪري پرواز ته ڪندا هئا- پر جنهن وقت ٻه قيدي کين ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته اهي ٻئي بدنصيب ۽ اڻڄاڻ ابابيل ڪنڊڙاٽيون هڻي هڻي ٿڪجي ڇت جي پناهه گاهه ۾ اجهو وٺندا هئا.

قيدين نيٺ گڏجي صلاح ڪئي. گهڻي بحث مباحثي کان پوءِ، فيصلو اهو ٿيو ته جنهن مهل ٻاهر ورانديءَ ۾ ٻيا ابابيل اچن ته انهيءَ وقت ڪيئن ٻه ڪري انهيءَ جوڙي کي ٻاهر هڪلي ڪڍجي. هڪلي ڪڍجي ته جيئن نڪرن ته وڃي پنهنجي وڳر سان ملن....

فيصلي موجب چوٿين ڏينهن شام جو جيئن ٻاهر ورانديءَ ۾ ابابيلن جو ولر آيو، چئني قيدين هٿن ۾ ٽوال ۽ چادرون ويڙهي ڪنيون ۽ پوءِ گڏجي هوڪرا ڪري، الرون ڪري، ويڙهيل ٽوال ۽ چادرون مٿي اڇلايون ۽ ائين.... باقي رهيل ابابيلن جو جوڙو ٻاهر نڪري آزاد ٻه ٿيو ته وڃي پنهنجي ولر سان ئه ملبو. اڄ چارئي قيدي ڏاڍا خوش هئا. پر تعجب انهيءَ حقيقت جو آهي ته انهيءَ ڏينهن ڪانپوءِ ابابيلن جو ولر، وري وري موٽي اچڻ وارو ولر، وري جيل خاني ڏانهن ڪين آيو- شايد، هنن جي اڻڄاڻائيءَ وارو شعور تبديل ٿي چڪو هو......

---

(آندل صفحه ٣٤ تان)

ٿي ڪريا. عام لوهي مارٽرن ۽ اسان جي ٻانس مان ٺاهيل مارٽرن ۾ ٿورڙو ڪو فرق آهي. پيئي ذري گهٽ هڪجهڙا اثرائتا آهن.

مون دشمن جي ٿالهيءَ جهڙن بمن، ٻاهه پيدا ڪندڙ بمن، توبن جي گولن ۽ سٽ ملي ميٽر

مارڻ گولن کي ٽڪي ٽڪي، پرزا پرزا ڪري تباهه ڪري ڇڏيو. هاڻي اُهي انهن بمن ۽ گولن کي بارودي سرنگهن ۽ هٿ وارن بمن جي صورت ۾ سولائي سان بدلائي سگهان ٿو، هي هٿيار دشمن جي چوڪين، مواصلات جي وسيلن ۽ لوهي زره بند گاڏين کي نقصان پهچائڻ ۾ ڪامياب رهيا آهن. ڪجهه وقت ٿيو، جو منهنجي ساٿين پنهن جي ڏور - مار بارودي طاقت کي وڌائڻ لاءِ دشمن جا گولا، بم ۽ باهه پيدا ڪندڙ مادا ڪٺا ڪيا. اِئين مون ۽ منهنجي ساٿين ۲۴۵۰۲ ڪلو گرام باهه پيدا ڪندڙ مادو هٿ ڪري، پنهنجي عوامي هٿيار گهر ۾ جمع ڪرايو. اهو سڀ اسان دشمن جي بمن ۽ گولن مان هٿ ڪيو. منهنجا ساٿي ۽ عوام منهنجي ان ننڍڙي ڪم مان ڏاڍو خوش آهن. ۽ مون کي ڳوٺاڻو انجنير ڪري سڏيندا آهن. آءٌ ان عوامي عزت ۽ مان کي پاڻ لاءِ وڏو فخر سمجهان ٿو.

**حافظ محمد اسماعيل مهيري**

# هر جيئي هاري جيئي

سُهم ڪئين صدما سٺا، سانگين سباجهن سنڌ ۾،
زندگي مارُن سندي، ويڙهي وبائن سنڌ ۾
گهر ڪکانوا حال آيرا، ٿيا لَٽا ليڙون سندن،
تا هنجون هر ويل هٽ، وانگي وَهائن سنڌ ۾.
هڙپُ ڪئي حاڪم وڏيرن، هڙ هِتي هيٺن سندي،
جيءَ جلَن ِ ۾ روز جهانگي، تا جلائن سنڌ ۾.
ڪوٽ شل قهري هتي، قادر تہ ڪيرائي ڪڏهن،
محب هي مارو وري، مَحلا اڏائن سنڌ ۾.
لَٽ وچَن ٿي ڪُل لُٽيرا، واهُ اهڙو ڪو وري،
هي وري هيٺا حڪم، هَرَ هَرَ هلائن سنڌ ۾.
ڏُرت جا ڏينهڙا ترن شل، سک اچن سانيهه ۾،
مينهن وسن ۽ محب مارو، ڳيت ڳائن سنڌ ۾.
جُوءِ جهانگن جي جيئي، ۽ مال مارن جا جيئن،
هَرُ جيئي، هارِي جيئي، ۽ غم وڃائن سنڌ ۾.
ڳاچ ڳائن ڳڻ ڀريا ڪي، چاڳ مان چوڙيليون،
پوڳ ڪن پيٽون پليريون، پيوَ پلائن سنڌ ۾.
چانو چَمرن جي سدائي، هِن چڱيرن تي هُجي،
هي ڪڪر ڪارا مُدامي، مينهن وسائن سنڌ ۾.
محفلون مارن اندر، ميلا مثل موجون هُجن،
شعر هي تنهنجا "مهيري"، جهانگي جهونگارن سنڌ ۾،

ڪنجوس ڪيڙانو

# اسين استاد - ڇا ڪريون ڇا نہ ڪريون؟

مونکي پرائمري ماستريءَ ۾ نوڪري ڪندي ٢٤ سال گذري ويا آهن. اوتروئي وقت آل سنڌ پرائمري ٽيچرس ائسوسيئيشن جو ميمبر ٿي رهيو آهيان. اڪثر استادن جي ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو آهيان. هر ميٽنگ ۾ هر استاد اهو رڪارڊ چاڙهيندو آهي تہ (١) استادي ڌنڌو پيغمبري ڌنڌو آهي، (٢) استاد پيغمبرن جو سچو وارث آهي، (٣) استاد جي اڄ ڪلهہ سماج ۾ عزت نہ آهي ۽ استاد کي سماج ۾ نفرت جي نگاهہ سان ڏٺو وڃي ٿو، (٤) جيڪڏهين ڪير ڪنهن ٻي، استاد کي "ماستر" ڪري سڏيندو آهي، تڏهين اسانکي ڏاڍو ڏک ٿيندو آهي ۽ ڏاڍا شرمسار ٿيندا آهيون، وغيره، وغيره.

اهو رڪارڊ استادن جي واتان روز روز ٻڌي ٻڌي مونکي طوطي وانگر ياد ٿي ويو آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ قبر ۾ جيڪڏهين مونکان ملائڪن اچي ڪنهن بہ عمل دخل بابت پڇا ڪئي، تہ آءٌ استادن وارو رڪارڊ وڄائيندس تہ "بابا آءٌ هن دنيا ۾ استاد هوس. منهنجو پيمغبري ڌنڌو هو. آءٌ ئي پيغمبرن جو سچو وارث هوس. اوهان کي مون کان پڇڻ نہ کپندو هو، پر منهنجي پيشانيءَ مان استادي شان سڃاڻي،مون کي بهشت ۾ موڪلڻ گهرجي". پوءِ جيڪڏهن منهنجي انهيءَ رعب ۾ ملائڪ ڊڄي ۽ منجهي ڇڏي وڃن تہ واهہ واهہ؛ پر جيڪڏهن پاڪستان جي چالاڪ انٽرويو وٺندڙن وانگر ويهي ڪو مون کان بہ ڪنهن، چالاڪ ملائڪ ڪو انٽرويو ورتو ۽ سوال پڇڻ شروع ڪيا، تہ پوءِ ڏاڪون ٿي پڪو. مثال:- (١) اي پيغمبرن جا وارث، توکي پهريائين ڪنهن مقرر يا "نازل" ڪيو ويو؟ اتي ڪهڙو پيغام پهچايئي ۽ ڪنهن کي پهچايئي؟ (٢) هن وقت تائين ڪهڙن ڪهڙن ڳوٺن ۽ تعلقن ۾ مقرر ٿئين ۽ هن وقت تائين ڪيترن ماڻهن کي حق جو پيغام پهچايئي ۽ همخيال بنايئي؟ (٣) ٻين استادن سان تنهنجو ڪهڙو لاڳاپو هو ۽ ساڻن ڪهڙو رويو هو؟ (٤) استادن جي جماعت ناهہ جو مقصد بيان ڪر! (٥) جماعت سان تنهنجو ڪهڙو لاڳاپو هو ۽ پنهنجي جماعت ۾ تنهنجو ڪيترو ايمان هو؟ (٦) توتي جماعت جا ڪهڙا حق ۽ فرض هئا؟ (٧) تو ڪڏهين ٻہ، ڪنهن کي بہ حق چوڻ جي جرئت ڪئي هئي! (٨) ظالم کي منهن مقابل ظالم چيو هوءِ؟ (٩) مظلوم جي هڙان وڙان، زبان يا قلم سان، ڪاٻہ، ڪڏهين بہ مدد ڪئي هيئي؟ (١٠) مظلوم کي سندس مظلوميت جو احساس ڏياريو هوءِ! (١١) مظلوم کي ظلم کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جي وات يعني ٻڌيءَ جي طاقت سمجهائي هيئي؟ (١٢) حڪومت جي وقتي زرعي ۽ ٻين سڌارن جو مقصد غريب هارين ۽ پورهيتن کي سمجهايئہ؟

(١٣) توکي ڪهڙي قسم جو استاد ڪري موڪليو ويو هو. ٻڪري ۽ اٺ ڪري موڪليو ويو هو يا مڇي ڪري موڪليو ويو هو يا ملائڪ ڪري موڪليو ويو يا انسان اشرف‌المخلوقات ڪري موڪليو ويو هو! وغيره وغيره.

انهن ١٣ تيرهن تالن يا سوالن ٻڌڻ کان پوءِ ته منهنجا تيرهن نه پر چوڏهن ئي طبق شايد اتي اوندهه ٿي وڃن يا گردش ۾ اچي اونڌا ٿي پون!

هر ماڻهوءَ کي ضمير ٿيندو آهي، جنهن کي ٻهراڙيءَ جي ٻوليءَ ۾ ”دل جو قاضي“ چوندا آهن. سو منهنجي دل جو قاضي مونتي ملامت ٿو ڪري ته مون سڄي حياتي بي مقصد وڃائي ڇڏي. رڳو پنهنجي خسيس، ذاتي ۽ شخصي مقصدن ۽ پيٽ جي پوڄا ڪندي پوري ڪيم.

هاڻي هٿ پهريائين فيصلو ڪرڻو آهي ته اسان استاد ته آهيون پر ڪهڙي قسم جا استاد ڪري مقرر ڪيا ويا آهيون ۽ اسان جي روش ۽ عادت ڪهڙي قسم جي آهي ۽ ڪهڙي قسم جي هئڻ گهرجي.

اسان کي ٻڪر ۽ اٺ ڪري مقرر ڪيو ويو آهي ڇا؟ ٻڪر ۽ اٺ جي ته فطرت آهي ته جنهن وڻ سان ٻڌبن تنهن کي چرندا آهن پر جيئن ته پيغمبر ته ڇا پر انسان ٻڪر ۽ اٺ نه هئا ۽ جنس جنس جي وارث ٿيندي آهي. تنهن ڪري اسين ٻڪر ۽ اٺ نه آهيون نڪي اسان کي اهي عادتون جڳائين ٿيون. ڀلا اسان مڇي ڪري مقرر ڪيا ويا آهيون. مڇي پنهنجي نيات يعني ڪُڙم جي ويرياڻي هوندي آهي. ڇو ته چون ٿا ته مڇي مڇيءَ کي کائيندي آهي جيئن ته ڪوبه نبي ته ڇا پر انسان به مڇي نه هوندو آهي تنهن ڪري اسان به مڇي ٿي نٿا سگهون نڪي مڇي واريون عادتون اسان ۾ هئڻ گهرجن. ته پوءِ ته ڇا ملائڪ ڪري مقرر ڪيا ويا آهيون؟ جيئن ته ملائڪن کي پنهنجي ذاتي سوچ ۽ عقل ڪونه هوندو آهي، پر جيڪي حڪم حاڪم کان ملندا اٿن سي اکر به اکر واسطيدارن کي بروقت پهچائيندا ۽ عمل ڪرائيندا آهن. انهيءَ طرح اسين ڏسون ته ١٩٤٠ کان ٽيننسي ائڪٽ جو حڪم وقتي حاڪم کان ٿيو ۽ پڻ هن وقت جي حڪومت زرعي سڌارا آندا تن موجب هاريءَ کي زميندار کان اڌ بٽائي ملڻي هئي، بيگر، ٻج ۽ ڪاتي هاريءَ کي معاف ٿيا ۽ هاري کي زمين تان ۽ مزور کي ڪارخاني مان بي دخل نه ٿيڻو آهي. اهي حڪم وقتي حاڪمن جا اسان ڪيتري قدر هاريءَ، زميندار، مزدور ۽ ڪارخانيدار تائين پهچايا ۽ انهن تي عمل ڪرايو؟ جي اسان ٻڪر ۽ اٺ ٿي ڪم ڪيو يا مڇين وانگر رڳو پنهنجن هيٺن هٿ پورهيت ڀائرن کي ڪاڏو يا هيسيو، ۽ سندن ڪابه رهبري يا مدد ڪانه ڪئي، ته پوءِ اسين ملائڪن جهڙا معصوم حڪم جا ٻندا يا پيغمبرن جا وارث ڪيئن ٿا سڏائي سگهون! يا سڏجي سگهون.

پيغمبرن ماڻهن کي ملڪي، سماجي ۽ سياسي حالتن پٽاندر نئين سوچ، نئون فڪر ۽ نون مسئلن حل ڪرڻ لاءِ نوان طريقا ٻڌايا. مڇجي ٿو ته استادي ڏنڌو پيغمبري ڌنڌو آهي، پيغمبر به سيکاريندڙ ۽ علم ۽ حق جا پيغام پهچائيندڙ هئا ۽ اسان کي به حق ۽ سچ جو علم سيکارڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي. پر هنن

پنهنجي مذهب سيکارڻ جي شروعات مظلومن، بکين، ڏکين، يتيمن، غلامن، هٿ پورهيت هارين ۽ ڪمين ڪاسبين کي سمجهائڻ سان ڪئي. هنن ماڻهن کي ظالمن کان ڇوٽڪارو ۽ پنهنجي حق وٺڻ لاءِ صحيح واٽ ٻڌيءَ ۽ اتحاد جي ڏيکاري، ۽ انهن کي ائين سمجهايو ته پنهنجو حق پني نه وٺبو آهي نڪي ملندو آهي، (روئڻ کان سواءِ جيجل ماءُ به پنهنجي آنڊن ڄائي اولاد کي ٻُڪو نه ڏيندي آهي) پر پنهنجو حق وڙهي وٺبو آهي. ۽ پوءِ اهڙي طرح انهن مظلومن جي ٻڌيءَ جي طاقت جاڳائي، وڌائي، ان وسيلي پنهنجو منشور ۽ حق جو ڪلمون سڄيءَ دنيا تائين پهچايو.

پر هو ته هئا حق جا پيغمبر، هاڻي اچو ته اسان هن وقت جا مثال وٺون-

١. اسان جي ٺٽي ضلعي تي سوين ڪليڪٽر ٿي آيا آهن، پر جهڙي ٺٽي ضلعي جو عوام مسٽر آغا شاهيءَ جي هن وقت تائين عزت، يادگيري ۽ ساراهه ڪري ٿو، تهڙي شايد قائد اعظم، قائد ملت، قائد عوام، قائد سنڌ، قائد ڪراچي، شير سنڌ، ڏهيسر سنڌ جي اڃا نه ٿو ڪري ڇو ته مسٽر آغا شاهيءَ عملي طرح هارين ۽ مظلوم غريب پورهيتن جون ويهن سالن جون ڦڄايل زالون، ويهاريل سريتون، ڦٻايل زمينون، چورايل چوپايو مال، هٿايل ڏاڙا ٺٽي ضلعي جي ناميارن سياستدانن، رهزنن، سردارن، رئيسن، پيرن، فقيرن ملڪن ۽ انهن جي چاڙتن، ننڍن وڏيرن ۽ پاٿاريدارن کان وٺي ڏنيون.

٢. هت ڊاڪٽر هزارين اچن وڃن ٿا، پر ڊاڪٽر محمد ساجن ڏيپلائيءَ کي به هن ضلعي جا غريب هاري ۽ پورهيت اکين ۾ تا جايون ڏين، ڇو ته هُن به مسڪين ۽ مظلوم پورهيتن هارين جي بنا لالچ ۽ امتياز ۽ سفارش جي پيار ۽ قرب سان خدمت ۽ دوا درمل ڪيو، جنهن ڪري ڊاڪٽر محمد ساجن کي هتي جو عوام پيو ساري ۽ هوڏانهن خود هتي جا ڪيترا مقامي ڊاڪٽر حج ڪري، الله کان اِزن وٺي غريبن کي مڏيءَ ڪاتيءَ سان پيا ڪهن.

٣. پري ڇو وڃون: تازو مثال اسان جي اکيان آهي ته اڳوڻي صدر ايوب خان وٽ حڪومت هئي، ملٽري هئي، خزانو هو، ٻاهرينءَ دنيا جي مدد هئي، پر هاڻوڪي صدر ڀٽي صرف غريبن جي حق جي ڳالهه ڪئي ۽ اکيان وڌيو ته فليڊ مارشل هڪ به ڏک نه جهليو.

اهڙيون هزارين ثابتيون ۽ مثال آهن ته ڪنهن به ماڻهوءَ يا شيءِ جي عزت ناهيندڙ يا ڊاهيندڙ غريب هاري ۽ پورهيت عوام آهي.

اسان استاد پنهن جي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسون ته اسين ڪير آهيون! ضرور ڪنهن هاريءَ، مزور، واڍي، لوهار، ڪنڀار، قلعيگر ڪاشيگر، درزيءَ، ڌوٻيءَ، حماليءَ، پخاليءَ، ڪوريءَ، موچيءَ، ميربحر يعني ڪنهن نه ڪنهن پورهئي ڪندڙ جا پٽ، پوٽا، پاٽر، پاٽنيا پاڙيجا، ڏهٽا، سوٽ، ماسات، سالا پيڻويا ۽ ماما چاچا هونداسين. اهو مثال به اسان استادن کي ڇڱيءَ طرح ياد آهي ته ”سيوهاڻي چريا تڏهن به ٺپڙ پنهن جي پاسي سيرين“- ”يا رت دانگيءَ تي وري پوندو آهي“. انهن مڙني ڳالهين جي پروڙ هوندي به اسان ڪڏهن به پنهن جن جي سار نه لڌي آهي! اسان هر روز اهو ٻڌون پيا ۽ ڏسون به پيا ته هر طبقو پنهن جي طبقي جي خيرخواهي پيو ڪري. (انسان هڪ شڪل آهن، هڪ بناوت آهن ۽ اشرف المخلوقات

سڏائين ٿا پر وري به ڏاڍيءَ بي حيائيءَ ۽ پراسرار چالاڪيءَ ۽ مڪاريءَ سان ڪئي نند وڏائيءَ جا طبقا ناهي ڇڏيا اٿن. ڪي سيّد پير، ڪي خليفا، مجاور، مريد ۽ ڪي سردار مير ته ڪي قاضي ۽ منشي، ڪي زميندار ته ڪي وري ڪمدار ڪوتار، واهي ۽ ڪانگتڙا، ڪي سرمائيدار سيٺيا ته ڪي مزور، مستري وغيره وغيره) وزير ۽ ڪمشنر صاحب پنهن جي مٿين طبقي يعني پير مير، سردار، سرمائيدار، زميندار اعظم ۽ ميمبر کي پيو مان ڏيندو، عزت ڪندو ۽ ان جي پيو خيرخواهي ڪندو. مختيارڪار، ايس پي وغيره به وچولي طبقي سيٺ، رئيس، فقير، پٽيل جي خير خواهي ۽ عزت پيو ڪري. هنن پنهن جن سان وفاداري ڪئي آهي، انهيءَ ڪري ئي هنن جي پنهن جن ۾ تمام گهڻي عزت ۽ هلندي آهي. اسان استاد اهو ته چئون ٿا ته اڳين استادن جي عوام ۾ عزت ڪئي ويندي هئي ۽ هن وقت اسان کان نفرت ڪئي وڃي ٿي. پر اهو اسان ڪڏهن سوچيو آهي ته اڳين استادن جي ڇو عزت ڪئي ويندي هئي ۽ اسان کان ڇو نفرت ڪئي پئي وڃي؟ اڳين استادن کي ڇو سائين ۽ مرشد سڏيندا هئا، ۽ هينئر اسانکي ماستر ڇو ڪري سڏين ٿا!

هن سائنسي ۽ سياسي دور ۾ اهڙي ڪا بيماري ورلي آهي جنهن جو علاج نه ايجاد ڪيو ويو هجي، وهم جهڙي موذي مرض جو به نفسياتي طريقي سان علاج ڪيو پيو وڃي. تڏهن اسان کي مرشد سائين سڏجڻ بدران ’ماستر‘ چئجڻ جو به ڪو سبب ته هوندو، ۽ ان جو به علاج ٿي سگهي ٿو.

منهنجي ناقص خيال موجب اڳين استادن جي عزت انهيءَ ڪري ڪئي ويندي هئي، جو اُهي نه رڳو سيکاريندڙ ۽ سکندڙ هئا، پر ڏاڍا محنتي، ايماندار، شريف هئا. هو پنهنجي اوڙي پاڙي سان ڏک سک ۾ ڀائيوار، دوست ۽ دشمن جا سڃاڻندڙ، ڳوٺاڻن سان راڄنيتي ڳالهين ۾ صحيح رهبري ڪندڙ، سچار ۽ پنهنجن جي عزت ڪندڙ هئا. هڪڙي ڳالهه ظاهر آهي ته ٿڌو دلو پاڻيهي پاڻ کي ڇانو ۾ رکائيندو آهي. پنهنجي عزت يا ذلت پاڻيهي پاڻ کبي آهي. پيو نڪي عزت ڪندو آهي نڪي ذليل ڪري سگهندو آهي.

اڳين استادن وٽ پري پري ڏورانهين ڏيهه کان مسڪين يتيم پڙهڻ ايندا هئا. استاد وري يتيمن جا يار، مسڪينن جا مددگار ٿي ڳوٺاڻن جي مدد سان ونڊ ۽ فقر وغيره حاصل ڪري، تمام سخت محنت ڪري پڙهائيندا هئا. شاهه ۽ گداگر ۾ ڪوبه فرق نه ڪندا هئا ان جي مقابلي ۾ اسين موجوده استاد وري غريب هارين ۽ پورهيتن جي ٻارن کي نفرت سان ٿا ڏسون. ۽ ڪنهن مير، پير، وڏيري، شاهوڪار جي ٻار کي پنهنجي پر سان ويهاري ٽيوشن ڏيون ٿا يا ٻيءَ ڪنهن سياسي لالچ تي انهيءَ جي گهڻي خوشامد ڪريون ٿا.

اهو به اسان ڏٺو، ٻڌو ۽ پڙهيو آهي ته سماجي، سياسي ۽ ذهني تبديلي ڪندڙن جي ڀرين سدد ۽ عزت هميشه غريب پورهيت، هاري، مزور طبقو ڪندو آهي. شاهوڪار، وڏيرو، نواب ۽ حاڪم ته تبديلي ڪرڻ نه گهرندو آهي، بلڪ هو ته پاڻ عوامي ڄاڻ ۽ سوچ خلاف رنڊڪون کڙيون ڪندو آهي، ۽ عام سڄاڳيءَ خلاف گهڻا محاذ کولي ڇڏيندو آهي، ايتري قدر جو غريب هارين، مزورن

۽ پورهيتن جي، ٻارن جي پڙهڻ جي بہ خلاف هوندو آهي. هن کي ڊپ هوندو آهي تہ غريبن جا ٻار پڙهيا تہ اسان جو اڇي تي ڪارو لکيل (ڪوڙو قرض)، تقدير ۽ قسمت جو معاملو، ۽ اڏ بڻائي، چيڙ ۽ بيگر جو معاملو ۽ پيون ڪيئي نڳيون ظاهر ڪري وجهندا، ۽ اسان جا مقابلا ڪندا، سٺا ڪپڙا وجهندا، تيل ۽ سينٽ سرمون ڪري آمهون سامهون ڪرسين تي ويهندا، "تون بہ رئيس مان بہ رئيس تہ گڏهہ کير هڪليندو" تنهن ڪي، چين، روس ۽ ويتنام وغيره ۾ هڪجهڙائيءَ جو دليل ڏيندا، اسان جي ڪوڙ، ٺڳي، دوکي ۽ ويساهہ گهاتيءَ جي چاڙهيل ديڳ جو ڍڪڻ لاهي، اسان جا ڪرتوت ظاهر ڪري، اسان کي ننگو ڪندا، وغيره وغيره. هنن کي خبر آهي تہ اڻ پڙهيل ويساهہ جا وسوڙيل ۽ گوپ هوندا آهن، تن کي جيڪي هو پاڙ ٻڌائيندا، ۽ مذهب، سماج، سياست کي غلط رنگ ڏيئي ڪين جيئن منجهائي، ڪمدار، مجاور ڪانگٽرا، واهي ۽ ڏراڙ ٻڌائي، پاروتي ۽ اوبر تي زندگيءَ پر ڪمارائيندا ۽ غلام رکندا، تيئن هو ٽيندا ۽ هلندا ايندا پر پڙهيل سلجهيل ۽ سجاڳ ٽيل هٿ پورهيتن ۽ هارين جا پٽ سندن اِها چمچاگيري ۽ غلامي نہ ڪندا.

اها فطرتي ۽ سمجهڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ جيئن جهنگ ۽ سرون دوست ٿي نٿيون سگهن، تيئن ڪاٺو ۽ ڪاٺو، پورهيت ۽ ڦورو دوست ٿي نٿا سگهن. جيئن جهنگ سرن جو ٻارڻ آهي، تيئن پورهيت ۽ ڪاٺو ڦورن ۽ ڪاٺن جا ٻارڻ آهن- هنن جا مفاد الڳ الڳ آهن. هر هڪ کي پنهنجو مفاد وڏيڪ عزيز هوندو آهي. غريبي، شاهوڪاريءَ جو ضد، ۽ محنت عيش جو ضد- تضادن جي آدجڳاد کان جنگ هلندڙ آهي ۽ هلندي رهندي. ان ۾ عزت، قياس يا دوستيءَ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

هيڏانهن اسين استاد ٻاڻ ڏانهن ٿا ڏسون تہ اسين پيرن، ميرن، وڏيرن سان وفاداريون ڪريو وينا آهيون ۽ پنهنجن هٿ پورهيت ڀائرن سان ست وير رکيو وينا آهيون. شاهوڪار تني ڪاوڙ چاڙهيون ٿا تہ چڙهي ٿي ۽ غريب تان ڪاوڙ لاهيون ٿا تہ لهي ٿي- "شير شاهہ جو شڪرو گهر جا ڪڪڙ ماري" وانگر کهاڙي تان ٻيلي جا وڻ ڪليا تہ "اي بدشڪلا، ٺونگر، بيڪما، تنهنجي شڪل ڪهڙي نہ بڇڙي آهي!" تنهن تي کهاڙي ورندي ڏني تہ "تنهنجي وڻ ۽ ڪپڻ لاءِ وجود ۾ آيو آهيان". ٻيلي چيو تہ "بلي! بلي!" پوءِ جڏهن کهاڙي سان وڻ وڍجڻ ۽ ڪرڻ لڳا، تڏهين کهاڙو وڏائيءَ ۾ پير جي ڪلڻ لڳو. تنهن تي وڻن چيس تہ "ٺونگرا! تو کي ڪهڙي طاقت آهي، جو تون اسان کي وڍي ۽ ڪيرائي سگهين! پر تو منجهہ اسان جو ڪريل عضوو ڳن ٿي پيو آهي، پنهنجن ماريا آهيون، پنهنجي وڍئي جو نڪي ويچ نہ طبيب!" مڇيءَ ڪان ڪنهن پڇيو تہ "جڏهين تہ پاڻي هر شيءِ مان مير مٽي، ۽ بدبوءِ ختم ڪريو ڇڏي، تڏهن تون هميشه پاڻيءَ ۾ رهندي بہ ڪکي ۽ بدبوءِ واري ڇو آهين؟" تنهن تي ان ورندي ڏني تہ "آءُ پنهنجي ڪڙم جي مٽي آهيان، تنهنڪري مون مان بدبوءِ ۽ ڪک نہ ويندي" ڇو تہ مڇي مڇيءَ کي ڪائيندي آهي. اها ڳالهہ سچي آهي. نيات جي منگهرئي ۽ ڪڙم جي ويريءَ ۽ ڪريل عضوي جي عزت نڪي ٿي آهي نڪي ٿيندي.

جيئن تہ استاد هڪ غريب جو اولاد آهن، تنهن ڪري فطرتي طرح شاهوڪار وڏيرو يا انهن جو دوست ڪو فرعون صفت بالادست

استاد جي ڪڏهن به عزت نه ڪندو. البت هو ڪيس استعمال ڪري، "ٻچڙو ڪم ڏيڊ هٿان ڪرائجي" وانگر، ڳن جو ڪم ڪـائنس وٺندا، يعني نيات جو مٿو ۽ ڪڙم جو ويري بنائيندس. وڏيري ڪي هاريءَ سان ظلم ڪرڻو هوندو يا ڪنهن وڏيري قسم جي بالا آفيسر ڪي استادن سان وڙهڻو هوندو، ته ڪن ڊراماٽي ۽ سرڪسي استادن ڪي ڏند ڀيڙي چوندا ته "توهان اسان جا دوست آهيو، باقي فلاڻا هاري يا مزور، فلاڻا استاد ڏاڍا خراب آهن انهن جو مغز خراب آهي،انهن جو مغز جاءِ تي ڪيئن آڻجي؟" انهيءَ ٿوريءَ ڪوڙيءَ ٽيڪر تي جوش ۾ اچي آهي ماستر پنهن جو هوش وڃائي، وڏيرن، وڏيري يا ان بالا آفيسر جي بندوق پنهن جي ڪلهي تي رکرائي، ٻيهي پنهن جن تي چوڙارائيندا آهن. ۽ ائين اسين پوءِ ڌوٻيءَ جي ڪتي وانگر نه گهر جا ٿا رهون نه گهاٽ جا. شاهوڪار وڏيرا ۽ انهن جهڙا بالا آفيسر ته فطرتي طرح اڳيئي اسان ڪي نفرت جي نگاهه سان ڏسن. ٿا باقي پنهن جن سان بي سمجهيءَ ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ دشمني ڪرڻ ڪري پنهي پاسي نفرت جي نگاهه سان ڏٺا وڃون ٿا. هر ڳوٺ ۾ هر وقت به شخصيتون وينل هونديون آهن، هڪ ڳوٺ جو وڏيرو، پير يا مير، ۽ ٻيو استاد هوندو آهي. ٻه شينهن ٻيلي ۾ ڪونه نهندا آهن. هت ڳوٺ جو وڏيرو مذهبي، سياسي، سماجي ۽ نفسياتي ٿوٽڙ ڪري استاد ڪي بي عزتو ڪرايو ويٺو هوندو آهي، ڇو ته هُن جي غريب ۽ غريب جي عزت سان ازلي دشمني آهي.

هي به ياد رکڻ جهڙي ڳالهه آهي ته حضرت موسيٰ عليه، حضرت عيسيٰ عليه، حضرت ابراهيم عليه يا حضرت محمد صلعم ۽ حضرت حسين عليه جن پنهن جن اصولن جي خلاف ڪوبه ڏاهه شداد، نمرود، فرعون، ابوجهل، يزيد سان نه ڪيو، پر هميشه مسڪين، مظلوم پورهيت بلال، زيد بن حارث، ابوذر غفاري ۽ حُر سان صلح ڪيو ۽ اُن جو ساٿ پيدا ڪيو. پر انهيءَ جي مقابلي ۾ اسين استاد وري شدادن، نمرودن، ابوجهلن ۽ يزيدن سان ڏاهه ڪريو ويٺا آهيون. پنهن جي ماڻٽن، مظلوم هارين، مزورن ۽ پورهيتن سان ظلم ڪرڻ لاءِ هنن سان صلاح پائي ٿيو ويٺا آهيون. نبين جي عزت بلال، زيد بن حارث ۽ ابوذر غفاري جهڙن مظلومن کان ٿيندي هئي يا ابليس، ۽ ابوجهل ڪين عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا؟ انهيءَ مان ثابت ٿيو ته نبين جي وارثن يعني اسان استادن جي عزت به بلال، زيدبن حارث، ابوذر غفاري ۽ حُر جا وارث يا اولاد ڪندا، نڪي شداد، نمرود، ابوجهل يا يزيدن جا جاءِ-نشين ۽ وارث.

هاڻي اچو ته پنهن جو علاج ڳوليون، جو بلڪل سمجهڻ جهڙو ۽ آسان آهي. اسان پاڻ ڪي پيغمبري پيشي وارا، پيغمبرن جا سچا وارث سمجهون ٿا ۽ ائين چوائڻ ۾ فخر محسوس ٿا ڪريون، ۽ اهو به چئون ٿا ته نبي دنيا تي رحمت هوندا هئا. ته پوءِ اسين استاد به گهٽ ۾ گهٽ پنهن جي ڳوٺ، يا پنهن جي پاڙي، يا پنهن جي اسڪول لاءِ ته رحمت هئڻ گهرجون!

انهيءَ لاءِ اسان ڪي پهريائين "استاد" لفظ جي معني ۽ مفهوم جي خبر هئڻ گهرجي، پنهن جي اصل ۽ نسل جي ڄاڻ هئڻ گهرجي، تنهن کان سواءِ اسان استادن ڪي مذهبي، سماجي، نفسياتي، سائنسي ۽ سياسي علم ۽ مهارت هئڻ گهرجي، يعني اسين پنهن جي علم ۾ فن جا استاد هجون. هيءَ سرمائيداريءَ جو دور آهي،

تنهن ۾ اسان وٽ ٻيو نه ته ٻه علم، ادب، اخلاق ۽ عقل جو زبردست سرمايو هئڻ گهرجي. اسان جو مطالعو گهٽ ۾ گهٽ هئڻ گهرجي.

منهن جي سمجهه موجب هن وقت سنڌ ۾ چڱا موچارا، سڄاڻپ جهڙا ڳوٺ ۽ شهر ٢٥ هزار به ڪونه هوندا. پر انهيءَ جي مقابلي ۾ دنيا جي رحمت وارن نبين جا وارث اسين استاد ٣٥ هزارن کان مٿي آهيون. سنڌ جي ننڍڙي کان وڏي سنڌ جي وڏي شهر ۾ اسان جو استاد ويٺو پڙهائي، سيکاري ۽ سمجهائي. سنڌ جي ننڍڙي ڳوٺڙي يا وڏي شهر ۾ پورهيت عوام لاءِ رحمت بڻجي سگهندڙ هڪ نه ٻيو استاد ضرور ويٺو آهي. انهيءَ حساب موجب سڄي سنڌ جا مير پير، وڏيرا، ڪامورا اسانجي گهيري ۾ نه، ته اسان جي آمهون سامهون ويٺا آهن. واهم گرو به اسان جي پاسي ته گهورا ڙي گهوڙا به اسانجي پاسي، اڪثريت به اسانجي ته بک، بيماري ۽ بي عزتي به اسان جي.

هاڻي منهن جو استادن کي نيڪ مشورو آهي ته ”استاد صاحبؤ! پوئتي تمام پوئتي جي تاريخ جو مطالعو به ڪريو. پر اُن سان گڏ هن دور جي چين، روس، ويٽ نام، البانيه وغيره ملڪن جي تاريخ جو مطالعو به ڪريو! هيءُ وقت اٿو پنهن جي ۽ پنهن جي انساني نسل جي مستقبل جي سڌارڻ جو، تنهن سان گڏ هن وقت جي عوامي جمهوريت جيڪا دراصل عام وڏيرن جي جمهوريت آهي، تنهن جي پڌرنامن مطابق، عام غريبن جي مدد ڪرڻ، انهن کي نيڪ مشورا ڏيڻ، انهن کي حق ۽ ناحق جي تميز سيکارڻ، اسان جو اولين فرض آهي، ڇو ته اسان کي پڳهارُ آسمان کان وسندڙ پئسن مان ڪونه ٿو ملي، پر پورهيتن جي پگهر جي ڪمائيءَ مان ٿو ملي. اسان کي ڪپي ته پنهنجن ڳوٺاڻن ابوجهن، ويساهه جي وسوڙيل پائرن کي ٻڌايون ته ذاتيءَ ننڍڙن خسيس اختلافن، جهيڙن، دشمنين ۽ ڦڏن، فسادن کي ڇڏي ۽ در گذر ڪري، ننڍا وڏا ويڇا وساري، پاڻ ۾ ۽ پاڙي ۾ ڪير ڪنڌ تي وڃون! پوليس، ڪورٽن، وڪيلن، مڪار سياستدانن ۽ دلال وڏيرن جو ڪاڄ نه ٿيون! پنهن جا فيصلا پاڻ ۾ ويهي، رس ڪس ڪري، نبيريون! پاڻ ۾ ٻڌي ڪريون! پنهنجو پورهيو ٻين پرمارن لوڀين لٽيرن کي نه کارايون! پرائي چورت يا چوڻ تي پنهنجا جهڳا جهڙ نه ڪريون! هڪ ٻئي تي فريادي، شاهد، مشير، ڳوال جو ڏيت نه ٿيون!“ هنن ڳوٺاڻن، هارين، مزورن، پورهيتن کي ٻڌايون ته ”اوهان جي ڇوڏاري اوهان جا ڪاڏو ڀٽ الڳ الڳ ويس ۾ توهان کي استعمال ڪري، پنهنجو ٻارڻ ڪريو ويٺا آهن، ۽ اوهان جي ڪمائيءَ مان، اوهان جي اڻ ڄاڻائيءَ ۽ بيوقوفيءَ جو فائدو وٺي پنهنجا ٻيپ پيا پرين!

اسان استادن کي ياد رکڻ گهرجي ته شينهن اُهو آهي، جيڪو پنهنجو شڪار ڪري يعني پنهنجو ڪمائي کائيندو آهي. نڳ گدڙ ۽ مڪار لومڙ هميشه شينهن جي اوبر ۽ ڪيل ڪمائي وارو شڪار کائيندو آهي، شهباز پنهنجو پاڻ شڪار ڪري کائيندو آهي. پر مار ۽ ڳجهه پرائي ماري ۽ مئل جانور کائيندو آهي. اها ڳالهه نيڪ آهي ته اسين اڄوڪا استاد شينهن ۽ شهبازن جي اولاد کي مڪر، فريب، نڳيءَ، دوکي، دولاب، غلاميءَ سستيءَ ۽ ڊپ وارو علم پاڙهي رهيا آهيون. ننڍڙو ٻار ميچ جو وار، جيڏانهن وار ٻس تيڏانهن ورندو. اسين استاد ملائڪن جي مخلوق نه آهيون، جو جيڪي ڪورس ۾ رکيل ۽ ڪتابن ۾ لکيل علم آهي، رڳو اُهو پڙهايون. پر اسين انسان آهيون، پنهنجو ذاتي عقل به اٿئون تنهنڪري گهرجيئون ته شاگردن ۽ ٻين انسانن

ڪي نيون سوچون ۽ عمل جا نوان طريقا به ٻڌايون. هنن ڀهراڙيءَ جي اڻ پڙهيل عوام کي ٻڌايون ته ”جيڪڏهين اوهين پاڻ ۾ پنهنجا فيصلا ويهي پاڻ نبيريندا ۽ هڪ ٻئي سان ڦڏا فساد نه ڪندا ۽ هڪٻئي تي فريادي، شاهد، گوال، چغل نه ٿيندا، ته پوءِ اوهان جي ڪمائيءَ تي پلجندڙ پوليس، وڪيل ۽ انهن جا ٽُوٽ ۽ گولا ايتريون الوليون ڪونه ڪندا جيتريون هاڻي ٿا ڪن. اسان کي ڳوٺ جي ڪڏي وارن ۽ باهمت ۽ سورهيه نوجوانن سان به دوستي رکڻ گهرجي. ڇو ته اسان جي نبي ڪريم وڏي تمام وڏي ڌاڙيل سورهيه جوان ابوذر غفاريءَ سان دوستي رکي هئي، جيڪو يڪي سر قافلن جا قافلا ڦريندو هو. نبي ڪريم ظاهري ڌاڙيل ابوذر غفاريءَ کي ته راهه راست تي آڻي سگهيو هو، پر لڪل ۽ مڪار ڌاڙيل ابوجهل کي سڌاري نه سگهيو هو. هڪڙي ڳوٺ ۾ هڪ ڙو واپاري سجهيم؛ جيڪو پاڻ کي ”چڪلائي“ سڏائيندو آهي! ان کان چڪلائي سڏائڻ جو سبب پڇيو ويو، ته هن ٻڌايو ته ”چڪلي ۾ ظاهري عصمت فروشي ۽ مڪاري هلي ٿي؛ اسين واپاري ۽ وڏا ماڻهو ڪوڙ، دوکي ۽ دولاب سان لڪل نموني، ملڪ جي ماڻهن کي ڦريندا ٿا رهون. سو اسين به چڪلائي آهيون!“.

اسان استادن کي ائين سمجهڻ گهرجي ته ڪير به ڄائي ڄم کان نڪي غريب آهي نڪي شاهوڪار، نه هندو آهي نه مسلمان، نه چور، ڌاڙيل ۽ خوني آهي نڪي عالم، سيد، قاضي، نه ظالم نه مظلوم. جنهن کي هن سماج ۾ جيڪو ماحول مليو آهي، انهيءَ پٽاندڙ ان جي سوچ ۽ سمجهه آهي. ڌاڙيل کي سماج ڌاڙيل بنايو آهي. چور کي سماج چور بنايو آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾ نالي چڙهيل چور ڌاڙيل خوني ويٺو آهي، انهيءَ ڳوٺ ۾ اسان جو استاد به ويٺو آهي. ان استاد کي خبر آهي ته هن غريب کي پير، مير، وڏيري ۽ ڪنهن پاٿاريدار هن گندي ڪم لاءِ مجبور ڪيو آهي. هو پنهنجي بي علميءَ ۽ اڻ ڄاڻائيءَ ڪان تمام تنگ ٿي دشمن جي ٺيڪر تي اهي پاڻ جهڙن غريب ۽ پورهيت پائرن کي ستائڻ جا ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿيو آهي. اسان استادن کي هن سان همدردي ڪرڻ گهرجي، ۽ سندس ان حالت جا سبب معلوم ڪري، نفسياتي، سياسي، سماجي ۽ سائنسي طريقي سان هُن کي قرب، پيار ۽ همدرديءَ سان راهه راست تي آڻجي، ۽ هُن جون بهادريءَ واريون صلاحيتون صحيح بهادريءَ جي ڪمن يعني انساني ڀلائيءَ لاءِ ڪتب آڻڻ گهرجن.

-نبي ڪريم صلعم جاهل ۽ شيطان صفت بدوين کي ۽ سڄي دنيا جي مجهول انسانن کي انسانيت سيکاري پاڻ کي رحمت العالمين ثابت ڪيو، اسان کي انهيءَ عظيم استاد مان سبق سکڻ گهرجي، ۽ اسان استادن کي موجوده چيني، روسي ۽ ويتنامي عوام جي استادن- استاد لينن، استالن، مائوزي تونگ، هوچي منهه جون لکٿيون پڙهڻ ۽ پڙهائڻ گهرجن، ۽ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ گهرجن.

مون هڪ ڪتاب ”آليون اکيون - اٽيا وار“ نالي پڙهيو جومون کي ڏاڍو وڻيو. آءٌ دعويٰ سان چوان ٿو ته جيڪڏهن استاد هن ۽ اهڙن ٻين صحيح علمي ڪتابن کي پاڻ پڙهن ۽ ڳوٺاڻن کي پڙهي ٻڌائين، ته جيڪر هو سڄي مسئلي کي سمجهي وڃن، ۽ هنن کي سڄي سنڌ ۾ پيرن، ميرن، وڏيرن ۽ ڪامورن جا لڪل ۽ ٻڌرا، ظلم صاف ڏسڻ ۾ اچن. گهر- گهٽيءَ، گهٽيءَ ۾ ڪين ڏاڍن

جا هيٺن تي ظلم ٿي ظلم ڏسڻ ۾ اچن. آءُ سمجهان ٿو ته رت دانگيءَ تي به وري پوندو آهي، ۽ ائين استادن کي پنهنجن تي هوند ضرور ترس اچي وڃي!.

پاڙيءَ کان پڇيو ويو ته ”جڏهن تو منجهه تمام ننڍڙو پٿر يا لوهه جو ٽڪر ٿو وجهجي، ته اُن کي ٻوڙيو ڇڏين يا تو منجهه اُهو ٻڏيو وڃي. پر جيڪڏهن تو منجهه نديءَ کان ننڍو يا تمام وڏو ڪاٺ ٿو وجهجي ته ان ڪاٺ کي ٻوڙين ٿتو يا اهو تو منجهه ٻڏي ٿتو. سو ڇو“؟ تڏهن پاڙيءَ ٿڌو شوڪارو ڀري چيو ته ”پٿر يا لوهه ڌاريون آهي ۽ ڪاٺ منهن جي پيدائش آهي، منهن جو نيپاج آهي، انهيءَ کي ڪيئن ٻوڙيان، پنهن جي پيدائش ۽ پنهن جو نيپاج مٺو لڳندو آهي“ اوهان کي خبر آهي ته اسان جي مڙني ڪمزورين ۽ بي واجبين هوندي به غريب جو ٻار اسان کي ”سائين، مرشد ۽ استاد“ ڪري سڏي ٿو، پر شاهوڪار، وڏيري ۽ وڏي ڪاموري جو ٻار ۽ خود پاڻ ”اڙي ماستر“ ڪري سڏيندو آهي.

هونئن ته پنهن جي سڄي زندگي يا ٢٤-٢٥ سال سچ پچ وڏيري جي خدمت ۽ خوشامد ڪئي اٿئون، پر هاڻي اچو ته آزمائش خاطر هڪ سال پنهن جي ڳوٺ جي غريب هارين ۽ پورهيتن سان دوستي، قرب، همدردي ۽ خير خواهي ڪري ڏسون. هُنن کي ٻڌيءَ جي برڪت ۽ نفرت، نفاق ۽ منگهرائيءَ جا نقصان ٻڌايون ۽ سمجهايون. هُنن کي پاڻيهي پاڻ تي ڀاڙڻ، پنهنجي نفعي ۽ نقصان لاءِ پنهن جو جوابدار رهڻ جو سبق ڏيڻ گهرجي. هُنن کي ڪوڙا دلاسا ڏيڻ نه گهرجن جيئن سياسي ۽ اليڪشني ليڊر ڏيندا آهن ته ”اوهان غريبن لاءِ اسان هيئن ڪي هيئن ڪري ڇڏينداسين، اوهان کي ظلم کان نجات ڏياريندا سين وغيره.“ پر هُنن کي صاف سنڌيءَ ۾ سچ سمجهائڻ گهرجي ته ”ظلم جي ڦاهي اوهان جي، ڳچيءَ ۾ پيل آهي. اها ظلم جي ڦاهي اوهان جي اوهين پاڻ ڪيندا. اسين فقط اوهان کي سچ ۽ نيڪ صلاح ڏينداسين.“ اسان استادن جو ڪم آهي، محنت ۽ ايمانداريءَ سان پڙهائڻ، سيکارڻ سمجهائڻ. امتحان شاگرد کي ڏيڻو آهي، پاس شاگرد کي پاڻ ٿيڻو آهي.

هر ڳالهه، هر مسئلو پيار، قرب ۽ محبت سا سمجهايو ۽ ان جو حل ٻڌايو، ڇو ته سرڪار جا جيل، سزائون ۽ ڦاسيون به ڪنهن کي راهه راس ت تي آڻي نه سگهيون آهن. زور جي ميندي به رنگ نه ڪندي. قرب، محبت ۽ پيار سان ڳوناٺا خون به بخشيو ڇڏين.

پنهن جي پورهيت ڀائرن کي ٻڌي، محبت ۽ دوستي سيکاريو. ڪين ٻڌيءَ جو مثال ڏيو ته ”پنج ڌاڙيل ڪنهن شهر يا ڳوٺ ۾ ويندا آهن ته پنج هزار ماڻهو به هُنن جي سامهون نه اچي سگهندا آهن. ڇو ته پنجن جي پاڻ ۾ ٻڌي آهي، ياري آهي، مرڻ جيئڻ جو واعدو ڪيل آهي، پر پنجن هزارن ۾ ڪابه ٻڌي ۽ هڪ ٻئي لاءِ همدردي ناهي. هٿ جون پنج آڱريون ڇڄيون ڪجن ٿيون، ته پوندو ٿيو پوي، جنهن کان هر ماڻهو نفرت ٿو ڪري. پر ساڳئي هٿ جون پنجئي آڱريون گڏجن ٿيون، ته مُٺ يا مُڪ ٿيو پوي ۽ اُن سان دشمن يا مخالف تي حشمت طاري ٿيو وڃي ۽ ڏڪيو وڃي. اوهان غريبن جي هڪ مُٺ وانگر ٻڌي هوندي، ته وڏيرو يا وڏو ڪامورو اوهان کان ڊپ ڪندو ۽ اوهان جو هر مشڪل آسان ٿي پوندو“ وغيره. اهڙيون هزارين انهن ايوجهن سان همدرديون ڪريو ۽ سمجهاڻيون ڏيو. پوءِ ڏسو ته اوهان جي ڇا عزت ٿي ٿئي! اوهين

ولي، مرشد، سائين ٿيو ٿا يا نہ!

باقي استادن جي تنظيم بابت منهنجو استادن کي اهو عرض آهي تہ جتي مينهن وسندا آهن اتي گپون بہ ٿينديون آهن. جتي راڄ هوندا آهن، اتي ديڊ واڙا بہ ٿيندا آهن. جتي اڪثريت هوندي آهي اتي اختلاف بہ ٿيندا آهن. اختلافن تي اچڻ کان اڳ ۾ اها صفائي ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ اسان کي ڀريائين اِها ڄاڻ هئڻ گهرجي تہ پرائمري ٽيچرس ائسوسئيشن جو مطلب، معني ۽ مقصد ڇا آهي! ڪهڙي سبب ڪري انهيءَ ائسوسئيشن جو بنياد وڌو ويو! ۽ ان ائسوسئيشن جي ايجاد ڪرڻ جو ڪونہ ڪو مقصد تہ ضرور هوندو. اسان کي هن ائسوسئيشن جي ميمبري فارم پرڻ مهل سمجهايو ويو تہ "زيردست ۽ بالا دست جي تضادن تي ۽ بالا آفيسرن جي ظلم، ڏاڍ، بي واجبي ۽ بي قانوني هلت خلاف ۽ استادن جي حقن جي حفاظت لاءِ استادن جي جان، مال ۽ عزت جي بچاءَ خاطر ۽ سرڪار کان پنهنجن واجبي حقن ۽ گهرجن مڃرائڻ لاءِ گڏيل جدوجهد ڪرڻ لاءِ پرائمري ٽيچرس ائسوسئيشن جو پليٽ فارم ايجاد ڪيو ويو آهي." هاڻي هر استاد پنهنجي دل تي هٿ رکي ڏسي ۽ پنهنجي قاضيءَ کان فتوا وٺي تہ جنهن مقصد لاءِ هيءَ اسان استادن جي ائسوسئيشن وجود ۾ آئي آهي، سو مقصد اسان سمجهيو آهي ۽ ان تي عمل ڪيو آهي!- جي عمل ڪيو آهي تہ شاباس اٿئون، جي نہ ڪيو آهي تہ ڇو؟

هاڻي اچون ٿا اختلافن تي. اسان جو ايمان آهي تہ جنهن جاءِ تي گوڙ نہ آهي سو مقام آهي- اختلاف ضرور ڪبا ۽ اختلاف تمام ضروري آهن. ڇو تہ ڪوبہ مڪمل، عاقل ۽ هرفن مولا نہ آهي.

هر ميمبر ۽ عهديدار کان ننڍيون وڏيون غلطيون ٿي وينديون آهن. انهن کي درست ڪرڻ اسان جو حق آهي، بلڪ اهو اسان تي فرض آهي، پر تنقيدون ۽ رايا قرب، محبت دوستيءَ ۽ خير خواهيءَ جي حدن اندر هجن ۽ ميٽنگن ۾ ڏيڻ گهرجن. نہ ڪي گهٽين بازارين، هوٽلن- بالا آفيسرن جي آفيسن، وڏيرن ۽ سياستدانن جي بنگلن اندر ۽ پر پٺ ديڪ ڏجن. "لٺ هڻئي پاڻي جدا نہ ٿيندو". اسين استاد آهيون. اسان جو مرڻ جيئڻ گڏ آهي ۽ گڏ رهندو. اسان تي نہ رڳو ٻارن جي تعليم ۽ تربيت ۽ پنهنجي ائسوسئيشن جي ميمبرن جو حق آهي پر اسان تي سڄيءَ قوم ۽ انسان ذات جي سڌاري ۽ واڌاري جو فرض آهي. اسان استادن کي ذاتي ويڇا ۽ وير ڦٽا ڪري، پنهنجن بزرگ اڳوانن، ۽ عهديدارن جي حڪم جي تعميلات لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏڻ گهرجي. ڇو تہ اسان پوليس ٿاڻي واري اڻ پڙهيل سپاهيءَ جي حڪم جي مڃتا ۽ ان جي ٻڌيءَ جي طاقت ڏٺي آهي. هڪ ٿاڻي تي پنج سپاهي آهن پر پنج هزارن جي آدشماريءَ جي ماڻهن تي موچڙي جو زيپٽ لايو بيٺا آهن. هي ظلم جو طريقو آهي ليڪن اسين استاد پنهنجي تنظيم ۽ اخلاق، شرافت، همدردي ۽ خير خواهيءَ جي انداز ۾ هڪٻئي جي دلين تي حڪومت ڪري سگهون ٿا جڏهين ڪو جانور پلائبي، خيرخواهي ۽ پيار نئو وساري، تڏهين انسان احسان فراموش ڪيئن ٿيندو! هر شيءِ پيار، محبت ۽ عزت جي بکي آهي. "ادا!" جو جواب "جيءُ، ادا!" ضرور ملندو.

ويهي تن سان ويهہ، جيڪي ويهي ٿا ڄاڻن،
متان سان پين، ويهي وڙ وڃائين!

# ڏکڻ آفريڪا

**هڪ اهڙي ملڪ جي روداد، جنهن جا اصل مالڪ شودرن جي زندگي گذاري رهيا آهن، ۽ جتي جمهوريت، تهذيب ۽ فن جا علمبردار ڳورا زندگيءَ جي هر سهوليت جا اڪيلا وارث آهن.**

گڏيل قومن جي چارٽر يا اختيارنامي موجب، قومن جو هيءُ وڏي ۾ وڏو ادارو ڪنهن به ملڪ جي اندروني معاملن ۾ مداخلت نٿو ڪري سگهي. پر ڏکڻ آفريڪا جا قانون ايڏا ته ظالمانه آهن، جو پنهنجي اختيارنامي جي اُن منع جي باوجود به گڏيل قومن، پنهنجي گڏريل اجلاس ۾ انهن تي بحث ڪيو. هيٺ اُن بحث ۾ نڪتل ڳالهين جو تت ڏجي ٿو.

## قانون جي حڪومت

ڏکڻ آفريڪا جو قانون اڇيءَ چمڙيءَ وارن جو قانون آهي، ۽ اهو اڇي چمڙيءَ وارن جي فائدي لاءِ ٺاهيو ويو آهي. آهي ڪارا باشندا، جيڪي اُتي جا ۷۰ سيڪڙو کان به وڌيڪ رهواسي آهن، اُنهن قانونن جي ڪري ردين ۽ ٻڪرين کان وڌيڪ ڪو حق نٿا رکن.

ڏکڻ آفريڪا جي حڪومت ۱۹۴۵ کان ۱۹۵۷ تائين جيڪي قانون ٺاهيا ۽ عمل ۾ آندا، انهن تي هارورڊ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر لزلي روبن هڪ مقالو لکيو آهي. پروفيسر موصوف، گڏيل قومن جي مرڪزي سيڪريٽريٽ ۾ نسلي علحدگيءَ جي شعبي سان واسطو رکي ٿو. سندس تحقيق موجب ڏکڻ آفريڪا جا قانون اهڙن سڀني ماڻهن لاءِ جيڪي ڳوري نسل سان تعلق نٿا رکن، ذلالت جو باعث آهن.

اِن جا ڪجهه مثال هي آهن—

### ٽيڪس

هر ڪاري آفريڪيءَ لاءِ، پوءِ اهو مرد هجي يا عورت، ضروري آهي ته ساليانو ٽيڪس ادا ڪري، جنهن جي گهٽ ۾ گهٽ رقم ۴۶۹۰ ڊالر آهي. اهو ٽيڪس عام انڪم ٽيڪس کان سواءِ آهي. ۱۴۴۰ ڊالر جي ساليانو ٽيڪس به منجهانئن هر هڪ کي الڳ ادا ڪرڻي پوي ٿي. ڳورا باشندا اهو ٽيڪس به ڪونه ڀرين.

ڪنهن آفريڪي باشندي کي اُن ڳالهه جو حق حاصل ڪونهي ته هو ڏکڻ آفريڪا ۾ زمين جو مالڪاڻو حق حاصل ڪري سگهي. هي ڪارا ماڻهو پنهنجي ملڪ ۾ صدين کان رهندا اچن، پر هڪ انچ زمين جا به مالڪ نه بڻجي سگهيا آهن، ۽ ٻاهران ايندڙ اڇيءَ چمڙي وارا ماڻهو سو سڄي ملڪ جا والي ۽ وارث آهن.

### راءِ جي اظهار جي آزادي

ڏکڻ آفريڪا ۾ نشر و اشاعت کي ضابطي ۾ رکڻ جو بورڊ موجود آهي. اهو بورڊ ڪنهن اهڙي دستاويزي فلم جي اجازت نٿو ڏئي، جنهن ۾ نسل ۽ رنگ جي بنياد تي فرق رکڻ جي مخالفت ڪئي ويئي هجي. اُن کان سواءِ اخبارن

لاءِ اهو لکڻ ته: نسلي فرق جي بنياد تي ڏکڻ آفريڪا جي ڪارن باشندن سان ظلم ٿي رهيو آهي، قانوني ڏوهه آهي.

## ڪم ۽ محنت

جي ڪو آفريڪي ڪارو، اڇي چمڙيءَ واري کان گهر يا چٽ ناهڻ جو پورهيو گهري ته ان کي گرفتار ڪري سگهجي ٿو. آهي خدمتون ڪرڻ ڪارن ماڻهن لاءِ ضروري قرار ڏنيون ويون آهن. هڪ ٻئي قانون موجب جيڪڏهن ڪو ڳورو سجي چمار لاءِ معذور يا جڏو ٿي پوي، ته کيس سجي چمار، اوتري ئي رقم ملندي جيتري رقم هو ماهوار ڪمائيندو رهيو ٿي. ٻين لفظن ۾ جي اهو سرڪاري ملازم آهي ته سجي چمار پورو پگهار حاصل ڪندو رهندو. ان جي برخلاف ڪو ڪارو شخص معذور يا جڏو ٿي وڃي، تہ فقط هڪ مهيني جو پگهار يا صرف مهيني جي آمدنيءَ جيتري رقم ملنديس.

## تعليم

ڪارن ماڻهن جي لاءِ تعليم کاتي جي وزير کي اهو حق حاصل آهي تہ ڪنهن بہ وقت، سبب ڄاڻائڻ يا ٻڌائڻ کانسواءِ آنهيءَ مالي امداد کي بند ڪري يا ختم ڪري ڇڏي، جيڪا ٻهرين ڪنهن قبيلي يا ڪميونٽي اسڪول جي لاءِ ڏني ٿي وڃي.

جي ڪو ڪارو شخص معاوضي ورتڻ کانسواءِ پنهنجي گهر ۾ ڪن ڪارن کي پڙهائي ته اهو ڏوهه ٿيندو. اهڙيءَ ريت ڳورن لاءِ بہ بنامعاوضي ڪارن کي پڙهائڻ ڏوهہ سمجهيو وڃي ٿو. ڪارن پادرين جي لاءِ ڪارن ماڻهن کي بائبل پڙهائڻ ڏوهہ آهي. ڪارا شاگرد ڪيپ ٽائون يونيورسٽيءَ ۾ وزير تعليم جي خاص اجازت کان سواءِ هڪ ليڪچر بہ ٻڌي ونن، تہ آهي ڏوهاري ٺهرايا ويندا.

## گڏجڻ جي آزادي

ڪنهن ڪاري شخص کي اهو حق حاصل ناهي تہ ڪنهن ڪاري دوست کي ٽن ڏينهن کان وڌيڪ پاڻ وٽ مهمان ڪري ترسائي. ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪنهن بہ جڳهہ تي ۽ خاص طرح ڪنهن هوٽل ۾، ڪنهن ڳوري ۽ ڪاري جو گڏ چانهن پيئڻ بہ قانوني ڏوهہ آهي. ڪنهن ڪاري شخص کي اهو حق حاصل نہ آهي تہ هو ڳورن جي يونيورسٽيءَ طرفان منعقد ڪرايل ميلي يا جلسي ۾ شامل ٿئي. ڪارن کي اها اجازت آن شرط تي ملي سگهي ٿي تہ ڪين کائڻ پيئڻ جون شيون پيش نہ ڪيون وينديون، ۽ هو چانهن جي ميزن ڏي نہ ويندا.

## ملڪيت

نسلي فرق جي قانونن خلاف احتجاج طور ڪنهن اهڙيءَ بينچ تي ويهڻ، جيڪا ڳورن لاءِ مخصوص هجي، ڏوهہ آهي، جنهن جي سزا ۸۴۰ ڊالر ڏنڊ، ٽي سال قيد ۽ ۱۰ ڦٽڪن تائين ڏيئي سگهجي ٿي.

ڪارن لاءِ پنهنجن گهرن ۾ دعوتون ڪرڻ منع آهي. جيڪڏهن ڪوبہ ڪارو پنهنجن ٻن ڪارن دوستن کي مانيءَ لاءِ گهرائي، تہ مٿس اهوڏوهہ مڙهي سگهجي ٿو تہ هن ”سياسي گڏجاڻي“ ۾ شرڪت ڪئي آهي.

## گهر ۽ خاندان

سرڪاري گزٽ ذريعي ڪنهن بہ ڪاري شخص کي منع ڪري سگهجي ٿي تہ ’هو فلاڻي وقت کان فلاڻي شهر ۾ نہ رهي‘ ۱۶ سالن جي هر ڪاري لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجي سڃاڻپ جو ڪارڊ رکي. جيڪڏهن ڪارو اهو ڪارڊ پيش نہ ڪري سگهيو، تہ کيس ڏوهاري سمجهيو ويندو.

## ڪارا قانون

ڪنهن به ڪاري کي اهو حق ناهي ته هو حڪومت جي مرضيءَ کان سواءِ پنهنجو شهر ڇڏي ڪنهن ٻئي پاسي وڃي. ڪنهن ڪاري کي اهو حق حاصل ناهي ته هو ٽن ڏينهن کان وڌيڪ پنهنجي شادي شده ڌيءَ يا پٽ، ڀائٽي يا ڀائيٽيءَ کي پاڻ وٽ ترسائي.

پوليس کي اهو حق حاصل آهي ته جڏهن چاهي، اهڙي گهر ۾ گهڙي وڃي، جنهن جي باري ۾ ڪيس اهو شڪ هجي ته اتي ڪو آفريڪي نوجوان حڪومت جي اجازت کان سواءِ پنهنجي پيءُ سان رهي ٿو.

چر پر

ڪنهن به ڪاري شخص کي حڪومت اهو حڪم ڏيئي سگهي ٿي ته 'تون هي شهر ڇڏي، پنهنجي قبيلي جي ڳوٺاڻي علائقي ۾ هليو وڃ.'

ملڪ جو صدر جڏهن چاهي ته ڪنهن ڪاري شخص کي ڪنهن خاص گهر يا شهر مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏيئي سگهي ٿو. چاهي اهو ڪارو ان ۾ گهر ۵۰ سالن کان ڇو نه رهندو هجي.

ڪنهن ليبر آفيسر کي اهو حق حاصل آهي ته هو جڏهن چاهي ڪنهن ڪاري جي نوڪري ختم ڪري ڇڏي، ۽ نوڪريءَ مان ڪڍڻ کان پوءِ ڪيس شهر مان به ڪڍي سگهي ٿو. ڪوبه ڳورو ڪارن کان واڌي ڪو، رازڪو يا اِن قسم جا ننڍا ڌنڌا، حڪومت جي اجازت کان سواءِ نٿو سڪي سگهي. ڇو جو اهڙن ڌنڌن ڪري ڳورن ۽ ڪارن جو نسلي فرق ختم ٿو ٿئي.

ڪارن لاءِ هڙتال ۾ حصو وٺڻ غير قانوني آهي. اُنهيءَ ڏوهه جي سزا ۱۴۰۰ ڊالر ڏنڊ يا ٽي سال قيد يا ٻئي ٿي سگهن ٿا.

ياد رهي ته اِهي سڀ قانون رڳو آفريڪي ڪارن جي لاءِ ڪونهن پر انهن سڀني قومن جي ماڻهن سان به لاڳو آهن، جيڪي ڳوريون نه آهن، ۽ رهائش جي خيال کان اتي رهن ٿيون. انهن ۾ ايشيائي رنگ وارا سڀ باشندا به شامل آهن، جن کي ڳوري حڪومت ڪارو سمجهي ٿي.

---

## رشيد ڀٽي

# قومي جدوجهد جو مارڪسي - ليننيي نظريو!

[آڪٽوبر - ١٩٧٣ع واري ”تحريڪ“ جي پرچي ۾، ساٿي رسول بخش پليجي جو مضمون ” قومي جدوجهد جو نقلي پنجابي پناهگير نقلي ترقي پسند نظريو“ نظر مان گذريو اٿم. پليجي نهايت ئي حقيقت پسندائيءَ ۽ سائنسي ڇنڊ ڇاڻ رستي انهن نقلي ترقي پسندن ۽ ٺڙڪائو انقلابين جا پول پڌرا ڪيا آهن ۽ سنڌ جي حالتن ڏانهن حوالي ڏيڻ سان، ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته سندن قومي جدوجهد جو نظريو، ۽ پيڙيل قومن جي آزاديءَ جي تحريڪن ڏانهن رويو، غير ترقي پسند، غير سائنسي ۽ انقلاب دشمن رويو آهي، ۽ ان ۾ هو ڇاڙي واڙي، بدنيتيءَ سان، موقعي پرستيءَ جو مظاهرو ڪري رهيا آهن.

قومي جدوجهد جو ترقي پسند ۽ سائنسي نظريو ڇا آهي؟ مارڪسي - ليننيي فلسفو ان تحريڪ بابت ڪهڙو پروگرام، ۽ ڪهڙي پاليسي ڏئي ٿو؟ اِهو معلوم ڪرڻ پڙهندڙ لاءِ نهايت ئي ضروري آهي. اِن ڪري ان بابت، روسي پس منظر سان، هي مضمون لکيو اٿم. اُن پڙهڻ ڪانپوءِ، اميد اٿم ته پڙهندڙن کي اُنهن ٻهروپين جو صحيح روپ وڌيڪ چٽو نظر ايندو، ۽ سندن سازشن ۽ موقعي پرستين کي سمجهڻ ۾ سولائي ٿيندي.]

روس ۾ سوشلسٽ انقلاب جي اچڻ ۽ پائيدار ٿيڻ کان گهڻو اڳ ۾ ئي، روس جي بالشويڪ پارٽيءَ، پنهن جي سردار لينن جي اڳواڻيءَ هيٺ قومي سوال تي سچو ۽ سائنسي بين الاقوامي نظريو ۽ پروگرام مرتب ڪيو ۽ پيش ڪري ڇڏيو هو. مارڪسي پارٽيءَ جي قيام لاءِ ڪوشش سان گڏئي هن نظريي ۽ پروگرام تي ڪم شروع ڪيو ويو هو.

١٨٩٧ع واري روسي آدمشماريءَ جي انگن اکرن موجب اُن وقت روس ۾ سؤ کن قومون ۽ قوميتون آباد هيون، جن مان غير روسي آدم جو جملي تعداد ٥٧ سيڪڙو هو، جو ڌار ڌار پرڳڻن ۾ رهندو هو، جن جي زار شاهي عهد ۾ پرماري ۽ ڦرلٽ ٿيندي رهندي هئي، پيڙيل قومن جو پورهيت ۽ هاري طبقو به روسي پورهيت طبقي سان، انقلابي تحريڪ ۾ سرگرم عمل هو. اُن ڪري ”پورهيتن جي پارٽي“ جوڙڻ وقت، ان جي پروگرام جي هڪ اهم حصي طور، لينن اِهو نظريو پيش ڪيو ته ”روس ۾ انقلاب رڳو ڌار ڌار قومن جي پورهيت ۽ هاريءَ جي گڏيل جدوجهد، ۽ پورهيت تحريڪ کي قومي تحريڪ سان ملائي ڇڏڻ رستي ئي اچي ٿو سگهجي“.

٥-١٩٠٧ع واري انقلاب جي ناڪاميءَ کان پوءِ، زار شاهيءَ سموري ترقي پسند قوت مرڪزي توڙي صوبائيءَ، کي دٻائڻ شروع ڪيو. ٿورائيءَ وارين قومن، اُن دور تائين، جيڪي ڪجهه رعايتون ۽ سهوليتون حاصل ڪيون هيون تن کي ختم ڪيو ويو جهڙوڪ، فنلنڊ جي

خودمختياريءَ جو خاتمو، وغيره. ننڍن صوبن جي لکين ماڻهن کي ووٽ جي حق کان اُن ڏنڊ تي محروم ڪيو ويو ته "هو شهريت جي حقن ۽ فرضن کان پوريءَ ريت واقف نه هئا." انهن جي مڪاني زبانن ۾ شايع ٿيندڙ ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن تي پابنديون وڌيون ويون. ٻئي پاسي اُن انقلاب جي ناڪام ٿيڻ هوندي به، جمهوري قومي تحريڪ لاءِ، مجموعي طرح اڳتي وڌڻ جون ڪي سهوليتون پڻ پيدا ٿيون. "قومي" پريس کي ڪجهه آزادي ملي ۽ روسي پارليامينٽ (ڊيوما) جي چونڊ جو اصول مڃيو ويو. اُن ڪري پيڙيل قومن جي عوام جو قومي شعور ۽ جذبو وڌيو ۽ منجهن وڌيڪ قومي جاڳرتا پيدا ٿي. ننڍين ۽ ٿورائيءَ وارين قومن جي پرڳڻن ۾ صنعت ۽ سرمائيداري واڌ تي مڙهيل ڪي بندشون هٽايون ويون، جنهنڪري سندن اقتصادي ۽ ثقافتي اوسر کي ڪجهه هٿي ملي ۽ اُن جي رفتار ۾ هڪ حد تائين تيزي آئي. اُنهن حالتن هيٺ، اُتي جديد (صنعتي مقابليبازيءَ جي) قوم پرستيءَ جنم ورتو، جا هڪ پاسي، زارشاهيءَ طرفان پيدا ڪيل وڏيءَ قوم جي اڳرائيءَ واريءَ قوم پرستيءَ جي منهن ۾ چماٽ هئي، ٻئي پاسي، انهن قومن جي مڪاني ايرندڙ سرمائيدارن جي اُنهن سياسي مفادن جو اولڙو هئي، جن رستي انهن پنهنجن صوبن ۾ اقتدار ماڻڻ جا اُدم پئي ڪيا. "قومي ايڪي" جي نعري هيٺ، قومي سرمائيداريءَ پيڙيل عوام جي آزاديءَ جي جدوجهد کي، زار حڪومت کان پنهن جي لاءِ وڌيڪ رعايتن ۽ سهنجن حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪتب پئي آندو. ان سان هنن کي ٻٽو فائدو پئي رسيو. هڪ پاسي، هو اُن بلئڪ ميل رستي پنهنجي لاءِ وڌيڪ رعايتون ۽ سهوليتون پئي وٺي سگهيا، ته ٻئي پاسي، هو قومي ڏڪار ۽ ويڇي کي وڌائي، پنهنجي پورهيت طبقي کي اُن انقلابي جدوجهد کان ڇني ڌار ڪري رهيا هئا، جا انت ۾ سندن سرمائيداري مفاد لاءِ موت پئي ثابت ٿي. نه رڳو سرمائيدار، پر ان دور جا ڪي موقعي پرست ترقي پسند به، روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ جي قومي سوال بابت نظريي ۽ پروگرام سان اختلاف ڪرڻ لڳا. اُنهن موقعي پرستن، سرمائيدارن جي بچ تي ۽ انهن جي سياسي مفاد ۾، روس جي يهودين لاءِ به الڳ ۽ آزاد قومي ۽ ثقافتي خودمختياريءَ جي دعويداري ڪئي، حالانڪ روس جا يهودي ڪنهن به صورت ۾ قوم سڏجڻ يا قوميت شمار ٿيڻ جا حقدار نه ٿي ٿي سگهيا.

بالشويڪن کي اُنهن ٻنهي، اڳرائيءَ وارن قوم پرستن ۽ تنگ نظر قوم پرستن، کي عوام آڏو اگهاڙي روپ ۾ پيش ڪرڻو هو. اُنهن کي موقعي پرست ترقي پسندن سان به منهن ڏيڻو هو، ته قومي ۽ طبقاتي جدوجهد جي سائنسي نظريي جي بچاءَ لاءِ، هر قوم جي پيڙيل طبقي کي، زارشاهيءَ جي ننڍين قومن جي پرماريءَ، ۽ خود ننڍين قومن جي سرمائيدارن جي پنهن جي قوم جي پيڙيل طبقي جي پرماريءَ خلاف، گڏيل ڪوششن ۽ جدوجهد لاءِ به تيار ڪرڻو هو. ان ڪري بالشويڪن لاءِ، قومي سوال، پنهن جي پارٽيءَ جي نظريي، پاليسيءَ ۽ پروگرام لاءِ اهم سوال ٿي پيو. "روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ" پنهنجي ١٩١٢ع واريءَ، پراگ ۾ ڪونائيل، ڪانفرنس ۾، زارشاهيءَ جي اڳرائيءَ ڪندڙ قوم پرستيءَ ۽ بينڪي پاليسيءَ کي به ننديو، ته ڪن اهڙين سوشل ڊيموڪريٽڪ جماعتن جي به لاڪ لاٿي، جن پورهيت تحريڪ ۾ قومن جي آزاديءَ واري سوال تي ٿيڻاڙو وجهڻ

پئي چاهيو. آن ئي ڪانفرنس ۾ هنن مڙني سوشل ڊيمو ڪريٽس کي اپيل ڪئي ته هو قومن جي خود ارادیت واري حق جو جهنڊو بلند ڪن. جنهن ۾ سندن سياسي ۽ ملڪي علحدگيءَ وارو حق به اچي ٿي ويو. پارٽيءَ جي ١٩١٣ع واري ميڙ ۾ به، لينن جي رپورٽ تي، اهڙو ساڳيو نهراءُ پاس ڪيو ويو. انهن سالن ۾ ئي لينن قومي سوال بابت پارٽيءَ جي نظريي ۽ پروگرام جي سمجهاڻيءَ ۽ پرچار جي ڪم کي وڌيڪ تيزيءَ سان اڳتي وڌايو. ٻين پارٽي ڪارڪنن به آن ڏس ۾، مقالن ۽ مضمونن رستي، سائس همراهي ڪئي. بالشويڪ ڪليو ڪلايو، ”قومي“ ڊيوما ۽ سوشل ڊيمو ڪريٽس جي ڪانفرنسن، ۽ پورهيتن جي ميڙن ۾، قومي سوال تي مارڪسي نظريي جي حمايت ۽ تائيد ۾ ڳالهائڻ لڳا.

اهو نظريو ڇا آهي؟

مارڪس اينجلس، جن آئرلنڊ، بلڪان ۽ پولنڊ جي آزاديءَ جي تحريڪن جي پنهن جي سر ڇنڊ ڇاڻ ڪئي هئي، پهريون ڀيرو، قومي سوال تي حقيقي ۽ سائنسي نظريو پيش ڪيو. هنن پهريون ڀيرو، قومن جي نهڻ ۾ تاريخ جي عمل کي سڃاڻڻ ۽ اُن جوپٽوبڌايو- جوهيءُ هو ته: جاگيرداري سرشتي جي ٽٽڻ ۽ سرمائيداري سرشتي جي اُسرڻ جي سلسلي سان ئي جديد معنيٰ ۾ قومون وجود ۾ اچڻ ٿيون ۽ اُسرڻ ۽ اڳتي وڌڻ ٿيون. سرمائيداري سرشتي ئي هڪ قوم جي ٻيءَ هٿان پرمار ۽ ڦرلٽ کي جنم ڏنو. سامراجي دور ۾ اُها پرمار ۽ ڦرلٽ پنهنجي حد لنگهي وڃي ٿي ۽ نهايت وڏي پيماني تي ٿيڻ لڳي ٿي، جنهن ڪري پورهيت طبقي جو بين الاقوامي اتحاد ۽ ڳانڍاپو، انقلابي جدوجهد لاءِ هڪ اهم ۽ اڻٽر ضرورت بنجي پوي ٿو. انهن حالتن هيٺ ئي، لينن، قومي آزاديءَ جي جدوجهد بابت، مارڪس ۽ اينجلس جي سکيائن جو وڌيڪ کولي بيان ڪيو.

**قوم** ڇا آهي؟ گهراڻا، قبيلا، قوميتون ۽ قومون، ڌار ڌار وقتن تي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن هيٺ ۽ بنيادن تي، پيدا ٿيون ۽ وڌيون آهن، ۽ منجهائن هر هڪ ۾ ڌار ڌار خوبيون ۽ خاصيتون آهن. **قبيلو** هڪ نسلي گروهه يا ٽولو آهي. اُن تڏهين جنم ورتو، جڏهين اڃا سماج ۾ طبقن جو وجود ئي ڪونه هو. اُهو رت جي سماجي رشتيناتي تي ئي پيدا ٿيو ۽ مضبوط بڻيو. **قوميت** وري هڪ تاريخي گروهه يا ٽولو آهي ۽ خوبين ۽ خاصيتن جي لحاظ کان انساني سماج جو هڪ نئون روپ آهي. قوميتن پراچين اجتماعي سرشتي جي آخري دور ۾ اُسرڻ شروع ڪيو، ۽ اُهي ٻانهپ واري ۽ جاگيرداري سماجن تائين وڌنديون ۽ ويجهنديون رهيون. اُهي علائقائي حدن، ٿوريءَ گهڻيءَ ٻوليءَ جي هڪجهڙائيءَ ۽ ساڳيءَ ثقافت جي بنيادن تي نهيون. سندن اُهي گڏيل يامشترڪ خاصيتون شروعات ۾ بنهه اڻ لکيون ڏيکاربيون هيون، پر وقت گذرڻ سان جيئن پوءِ تيئن کلنديون ۽ پڌريون ٿينديون ويون. ڇاڪاڻ ته قوميتن ۾ گڏ ٿيندڙ قبيلا شروع ۾ اقتصادي طور هڪٻئي جي ايترو ويجها نه هئا، ۽ سندن اقتصادي ناتا آهستي آهستي اُسرندا، وڌندا ۽ پختا ٿيندا ٿي رهيا. قوميتن جو ظهور، قوم جي جنم وٺڻ لاءِ، هڪ لازمي اڳواٽ گهربل شرط هو. قوم هڪ نئون مڪمل تاريخي گروهه يا ٽولو آهي قومن تڏهين وجود ۾ اچڻ شروع ڪيو، جڏهين جاگيرداري سماج ۾ علائقائي ويڇن ۽ گهٽ وڌاين کي سنوت ۾ آندو پئي ويو، ۽ جڏهين سرمائيداري اسري رهي هئي. لينن جي چوڻ

موجب“ قومون سماجي اوسر جي سرمائيداري دور جو اڻٽرقل ۽ روپ آهن.“ مغربي دنيا جا سوشل ڊيمو ڪريٽ وري قـوم بابت هڪ فرضي ۽ تصوراتي وصف پيش ڪن ٿا. اوبائر جي خيال ۾، قوم عوام جو اهڙو ميڙ يا گڏيل سٿ يا ميلاپ (Community) آهي جنهن ۾ شامل ٿيل ماڻهو ساڳئي سپاءَ ۽ ساڳئي مستقبل جي ڏوريءَ ۾ ٻڌل هجن. آسٽريا جي سوشل ڊيموڪريٽ ’رينر‘ پٽاندر قـوم هڪ جهڙي سوچ رکندڙن ۽ هڪ جهڙي ٻولي ڳالهائيندڙن جي ايڪي جو ٻيو نالو آهي. اِنهن مغربي دنيا جي سماجي ماهرن جيان ڪي سوشلسٽ موقعي پرست به قوم کي ماڻهن جو هڪ نه بدلجندڙ ميڙ يا ٽولو ڪوٺين ٿا، جنهن جو وڌندڙ مادي پيداوار يا ڦرندڙ سماجي سرشتن سان ڪو واسطو نه آهي. قوم ماڻهن جي ڪنهن قبئلي يا نسلي هڪ جهڙائيءَ يا ميلاپ جو نالو نه آهي، ۽ نه ئي آهـو ڪو هڪ جهڙي سوچ رکندڙ ماڻهن جو ٽولو آهي. قوم ماڻهن جوهڪ تاريخي طور وجود ۾ آيل ۽ پائيدار ميلاپ آهي. جو پنهنجن نيمن انوسار پيدا ٿئي ٿو ۽ وڌي ٿو، ۽ جنهن کي قبائلي ۽ قوميتي بنيادن کانسواءِ کي اقتصادي به بنياد آهن.

قوم جي اوسر ۽ واڌاري ۾، قـوميتن جو مضبوط ۽ ڀرپور اقتصادي ناتـو، فيصلي ڪن ڪردار ادا ڪري ٿو. سرمائيداري سرشتي کان اڳ ۾ به اسان کي اهڙيون قوميتون ملن ٿيون، جي ساڳين علائقائي حدن، زبان ۽ شروعاتي قسم جي اڻ لکن اقتصادي ناتن جي هوندي به، قوميتون ئي رهيون ۽ قومون نه ٿي سگهيون. جيئن جيئن اقتصادي پاڻ ڀرائي ۽ ڏورانهپ هٽندي وئي، ۽ پورهئي جي سماجي ورڇ سبب واپار وڙو وڌندو ويو، ۽ گڏيل منڊي قائم ٿيندي وئي، تيئن تيئن قوميتون اقتصادي زندگيءَ جي هڪ سڀ پاسائين ميلاپ ۾ شريڪ ٿينديون ويون. لاڳيتن ۽ ڳوڙهن اقتصادي ناتن ٻوليءَ جي ميلاپ کي مضبوط ڪيو ۽ منجهائن لهجي ۽ اُچار جا سنڌا ڪيڏي ڇڏيا، ۽ ماڻهن ۾ علاقائي شراڪت ۽ اُنس وڌايو، ائين ٿيندي ٿيندي، ڪين هڪ قوم جي قالب ۾ پلٽائي، سڃاڻپ جي هڪ خاص صورت ڏيئي ڇڏي. اِنهيءَ ڪري، ڇئي سگهجي ٿو ته شراڪت ۽ ميلاپ سان ئي قوميتون بدلجي قوم جي صورت وٺن ٿيون.

قوم جي ٻي اهم خصلت ٻوليءَ جي شراڪت آهي. لينن جي قول مطابق، ٻولي انساني ڏي وٺ جو سڀ کان مکيه وسيلو آهي. جنهن رياست يا سرڪار لاءِ ساڳيءَ هڪ زبان جو هجڻ ڪو بلڪل ضروري نه آهي؛ پر ساڳي هڪ زبان کان سواءِ، قومي شراڪت يا ميلاپ جو تصور ئي ناممڪن آهي، گڏوگڏ اهو به ضروري نه آهي ته ڪو ساڳي هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ ماڻهو سدائين هڪ قوم هوندا آهن. ڪيترين ئي قومون آهن، جي هڪ ٻولي واپرائين ٿيون، پر اُن هوندي به هڪ قوم نه آهن، جهڙوڪ انگريز، آمريڪي ، آسٽريلوي ۽ ٻيون اهڙيون قومون.

علائقائي اشتراڪ کي لينن قوم جي بنيادي خصلت ڄاڻايو آهي. ماڻهن جي هڪ ئي علائقي ۾ رهڻ، ۽ پاڻ ۾ اڳتي سماجي ۽ اقتصادي ڏي وٺ ڪرڻ جي نتيجي ۾ ئـي قوميتون قوم ۾ تبديل ٿين ٿيون. آخر ۾ اهو ڄاڻائڻ به ضروري آهي ته ماڻهن جي ساڳيءَ هڪ مادي ۽ اخلاقي ثقافت، رهڻيءَ ڪهڻيءَ، ۽ ڪن ساڳين ريتن رسمن کان سواءِ، جيڪي قوم جي اوسر جي تاريخي حالتن، سماجي اقتصادي زندگيءَ ۽ جاگرافيائي حدن جي عڪاسي ڪنديون هجن، قومي شراڪت يا ميل ميلاپ بابت سوچي ئي نٿو سگهجي،

مطلب ته مارڪسي نظريي موجب، قوم ماڻهن جو تاريخي طور جڙيل اهڙو هڪ ميلاپ آهي، جو ساڳيءَ اقتصادي حياتيءَ، ساڳيءَ زبان، ساڳيءَ مادي ۽ اخلاقي ثقافت جي بنيادن تي پيدا ٿئي ٿو. قوم انهن سڀني خاصيتن جو هڪ گڏيل روپ آهي. انهن مان ڪنهن هڪ خصلت جي نه هئڻ مان به ائين چئي سگهبو ته قوم اڃا پورو روپ اختيار نه ڪيو آهي.

سرمائيداريءَ هيٺ قومي تحريڪن جي ظهور ۽ اُسرڻ جا ڪارڻ ڪهڙا آهن؟ پورهيت جو اُن تحريڪ ڏانهن ڪهڙو رويو هئڻ گهرجي؟ قوم جو سرمائيداري تصور ڌار ڌار حالتن هيٺ پيدا ٿيو ۽ وڌيو آهي. اولهه يورپ جي اڪثر ملڪن ۾ قوميتن تڏهن قومن جو روپ ورتو جڏهن، منجهن مرڪزيت زور ورتو. اُتي سرمائيداري انقلاب جو دؤر ملڪي حڪومتن جي ظهور جو دور هو، ۽ ان دور ۾ ئي سرمائيداري قومي تصور وارين حڪومتن جنم ورتو، جهڙوڪ برطانيه، فرانس ۽ اٽلي وغيره. ٻئي پاسي اوڀر يورپ ۽ ايشيا جي ملڪن، جهڙوڪ: روس، آسٽريا، هنگري ۽ ترڪي، وغيره، ۾ اهڙين ملڪي حڪومتن جو وجود سرمائيداريءَ جي اچڻ کان اڳ ۾ ئي جاءِ والي چڪو هو. سورهين صديءَ جي وچ ڌاري، زار، روس ۾، هڪ وڏي رياست قائم ڪري چڪو هو. جنهن ۾ روسي علائقن کان سواءِ غير روسي علائقا به ڳنڍيل هئا. انهن غير روسي علائقن جي قوميتن جو گڏجي ۽ وڏي قومن بنجڻ جو عمل ١٨ ۽ ١٩ صديءَ ۾ شروع ٿيو. جڏهن سرمائيداري اُڀري ۽ زور وٺي رهي هئي. ملڪ ۾ اهم حيثيت روسي سرمائيدار ۽ زميندار جي هئي، جي پنهنجي اُن حيثيت کي مضبوط ۽ جٽادار ڪرڻ لاءِ، ننڍين قومن جي اقتصادي ۽ ثقافتي ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون وجهي رهيا هئا. اُن جو خاص نشانو يوڪريني، بائلو روسي، لٿوني، لٿويائي، جارجي ۽ آرميني قومون هيون. روسي آپيشاهي، روسي زميندارن ۽ سرمائيدارن جي مفادن کي پيارو ڪندي، غير روسي ننڍين قومن ۽ قوميتن کي پيڙڻ لڳي. اهڙي قسم جون پيون گهڻ قومي حڪومتون به اُن وقت ڌاري پيدا ٿي چڪيون هيون. آسٽريا، هنگريءَ جي حڪومت ۾ جرمن زميندارن ۽ سرمائيدارن کي متانهين ۽ پيڙيندڙ حيثيت حاصل هئي، ۽ زيڪ، پول، سالويڪ ۽ يوڪريني ننڍيون قومون اُنهن جي بالا دستيءَ هيٺ مظلوم ۽ پيڙجندڙ قومن جي حيثيت ۾ اچي ويل هيون. اهڙيءَ ريت گهڻ قومي حڪومت ۾ ڦريندڙ ۽ ڦرجندڙ، پيڙيندڙ ۽ پيڙجندڙ قومن جي تضاد يا ٽڪر سبب هڪ نئين روپ جنم ورتو: يعني هڪ اهڙي قومي آزاديءَ جي تحريڪ اُڀري جنهن جي دائري، صورت ۽ عمل جي حد اُن وقت جي طبقاتي تضادن ۽ طبقاتي جدوجهد تي آڌار پئي رکيو. پهرئين عرصي ۾، جڏهين جاگيرداري ڏُرڪي رهي هئي ۽ سرمائيداري اُسري پئي، اهڙيون گهڻ قومي حڪومتون هڪ پاسي قومي ڦرمار ۽ پرماريءَ ۽ ٻئي پاسي قومي آزاديءَ جي جدوجهد جا آکاڙا بنجي پيون. هائي، ڏسڻو اهو آهي ته، اُن وقت، ڌار ڌار طبقن جو اُنهن قومي آزاديءَ جي تحريڪن ڏانهن ڪهڙو رويو هو.

اُن دور جي قومي تحريڪن ۾ سرمائيدار سڀ کان اڳڀري ۽ وڏي قوت هو. قومي منڊيءَ ۾ ڪچي مال تي قومي دعويداري رکندي پنهنجن مفادن جي بچاءَ لاءِ پيڙيل قومن جي اُڀرندڙ سرمائيدار اهڙو نعرو بلند ڪيو، جنهن سڄيءَ قوم جي جذبن جي ترجماني پئي ڪئي، حقيقت ۾

آھا جنگ پيڙيندڙ ۽ پيڙجندڙ قومن جي وچ ۾ عمومي جنگ نه هئي، پر اها بالا دست قوم جي پرمار طبقي جيڪو مرڪزي اقتدار تي قبضيدار به هو، ۽ پيڙيل قومن جي سرمائيدار طبقي جي وچ ۾ سڌي جنگ هئي. اٿين برابر آهي ته قومي آزاديءَ جي اُن تحريڪ ۾ پيڙيل قومن جي پورهيت ۽ سرمائيدار، هاريءَ ۽ زميندار ڪي مفاد هئا. پر مفادن جي الڳ الڳ هئڻ جي باوجود، قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شامل رهڻ سان، پورهيت ۽ هاري ڪو 'پنهن جي' ڦرلٽ ۽ پرماريءَ جي خلاف پنهن جي جدوجهد جي پاليسيءَ تان دستبردار ڪونه ٿي ٿيا. در اصل پورهيت طبقي کي پنهن جي نجات لاءِ ئي 'پراون' ۽ 'پنهنجن' پرمار طبقن جي تضاد مان اِهو فائدو وٺڻو پوي ٿو ۽ قومي تحريڪ جي اهڙيءَ صورت ۾ اُن جو طبقاتي جدوجهد اهڙي اصولي ۽ محدود 'قومي اتحاد' رستي ئي وڌيڪ اثرائتو ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري، اهڙي موقعي تي هنن کي طبقاتي جدوجهد کان ڌيان گهٽائي، قومي مسئلن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏيڻ ڏکيو ٿي پوي ٿو ۽ ڏيڻ به گهرجي. اُن ڪري سولائيءَ سان هو 'پنهنجن' سرمائيدارن جو اِهو پونگ به کولي ۽ ڏاهي سگهندا، جنهن هيٺ آهي سندن اڳيان طبقاتي مفادن جي شراڪت جو ڪوڙو نظريو پيش ڪندا رهندا آهن. اهوئي سبب آهي، جو مارڪسي فلسفو اِن ڳالهه تي زور ٿو ڏئي ته پورهيت طبقي ۽ سندس پارٽيءَ کي قومي ڦرلٽ پرماريءَ جي هر رنگ ۽ هر روپ جي مخالفت ڪرڻ گهرجي.

قومي سوال تي تنقيدي راءِ نالي مضمون ۾ لينن هن سلسلي ۾ ٻن مک لاڙن جو ذڪر ڪيو آهي. هو لکي ٿو "اُيرندڙ سرمائيداري قومي سوال تي ٻه لاڙ پيدا ڪري ٿي. پهريون ۽ مُک لاڙو آهي قومي بيداريءَ ۽ قومي تحريڪ جو جاڳڻ ۽ زور وٺڻ، جيڪو هر قسم جي ڦرلٽ ۽ پرمار جي خلاف ۽ قومي سرڪار جي قائم ڪرڻ لاءِ، جدوجهد جي صورت ۾ پڌرو ٿئي ٿو. ٻيو لاڙو آهي بين الاقوامي ڏي وٺ ۽ ڳانڍاپي جو اُسرڻ ۽ وڌڻ...." اِهي ٻئي لاڙا سرمائيداريءَ جا اٽل ۽ عام اصول آهن. (گڏ ڪيل لکيتون - جلد ۲۰ ص ۲۷) اِهي ٻئي لاڙا پنهنجيءَ جاءِ تي ترقي پسند آهن. پهريون لاڙو ڌارين قوم هٿان ٿيندڙ ڦرلٽ ۽ پرماريءَ جي مخالفت تو ڪري، قومي پاڻ پلائي ۽ ايڪي کي وڌائي ٿو، ۽ اهڙيون حالتون پيدا ڪري ٿو، جو اڳتي هلي، سوشلزم هيٺ، ڌار ڌار قومون هڪ جهڙائيءَ جي بنياد تي پاڻ ۾ اتحاد ڪن ٿيون ۽ هڪ ٻئي سان سهڪاري ٿين ٿيون. ٻيو لاڙو وري قومي اڪيلائپ ۽ خود پسنديءَ کي ختم ڪرڻ ۾ مددگار ٿئي ٿو، جنهنڪري پيداواري قوتون وڌن ٿيون، پورهئي جي سماجي ونڊ ورڇ کي هٿي ملي ٿي، ۽ عالمي سوشلسٽ اقتصاديات لاءِ اهم مادي حالتون تيار ٿين ٿيون. بهرحال، اِهي ٻئي لاڙا، سرمائيداري حالتن هيٺ، ترقي ڪيل قومن جي سامراجيءَ پاليسيءَ سان ٽڪر کائين ٿا. سامراجي، انتهائي بي درديءَ ۽ ڪٺور ٻڌي سان، سياسي آزاديءَ حاصل ڪرڻ جي لاڙن کي دبائيندا ۽ ختم ڪندا آهن. اهو به درست آهي ته گهٽ ترقي ڪيل ۽ اقتصادي آزاديءَ کان محروم قومن جي غلاميءَ واريءَ حالت ۾ جڪڙهن آهي ڦرمار جا شڪار هجن، بين الاقوامي اقتصادي سهڪار جي لاڙن کي، پوريءَ ريت ۽ آزاديءَ سان، عمل هيٺ نٿو آڻي سگهجي. اُن ڪري روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ قومي پروگرام ۾ پاليسيءَ جي اپٽار ڪندي، قومي تحريڪ جي ٻنهي لاڙن کي آڏو رکيو. لينن لکيو

آهي تہ "مارڪسي قومي پروگرام اُنهن ٻنهي لاڙن کي آڏو رکي ٿو، ۽ اِن ڪري پهريائين آهو قومن ۽ زبانن جي هڪجهڙائيءَ ۽ برابريءَ جو پرچار ڪري ٿو ۽ پوءِ بين الاقواميت جي اصول جو. (گڏ ڪيل لکيتون. جلد ٢٠، ص٢٧)

هاڻي اچو تہ قومي سوال جي اُنهن نروار نڪتن تي سوچيون، جن جو لينن پنهنجي مشهور مقالي: "قومن جي حق خود اراديت" ۾ ذڪر ڪيو آهي. آهي هي آهن:

(١) ويهين صديءَ جي شروعات ۾ روس جي غير روسي آدمشماريءَ جو وڏو حصو هارين تي مشتمل هو. اُن ڪري اُتان جي قومي سوال جو مکيہ پهلو هيءُ هو تہ روسي پورهيت طبقي جو دارومدار قومن جي هاري طبقي ڏانهن ڪهڙو رويو ۽ رخ هئڻ گهرجي: يعني هيءَ سوال پورهيت ۽ هاريءَ جي اتحاد جو سوال هو.

(٢) ويهين صديءَ جي شروعات ۾، اولهہ يورپ جي ٻين ملڪن جي، ابتڙ، روس ۾ اڃا سرمائيداري جمهوري انقلاب جنم نہ ورتو هو. اُن ڪري اُتان جي غير روسي قومي تحريڪ اُن مجموعي جمهوري جدوجهد جو ئي هڪ حصو هئي، جا زار شاهيءَ ۽ غلام هاري سرشتي خلاف سڄي روس ۾ هلائي پئي ويئي.

(٣) روس هڪ گهڻ قومي مملڪت هو، جنهن ۾ ٿورائيءَ واري "وڏي" روسي قوم مرڪز ۾ آباد هئي، ۽ گهڻائيءَ واريون "ننڍيون" غير روسي قومون ڏورانهن سرحدي پرڳڻن ۾ رهنديون هيون، جن جي روسي قوم هٿان ڦرلٽ ۽ پرماري پنهنجي اوج تي رسي چڪي هئي. هنن پيڙجندڙ ننڍين قومن جو ڪافي حصو سرحدن کان ٻاهرين ملڪن ۾ بہ آباد هو، جتي کين پوري آزادي ملیل هئي.

(٤) روس ۾ قومي سوال جو اهم ۽ نروار پهلو اِهو بہ هو تہ اُن کي سامراجي دور ۾ حل ٿيڻو ٿي پيو، جڏهن سرمائيداري طبقو مملڪت جي ڪنهن بہ حصي ۾ ڪنهن بہ قسم جي آزاديءَ جي تحريڪ کي هلائڻ کان ڊنو پئي.

قومي تحريڪن جي اُوسر جو پيو دور سامراجي دور ۾ شروع ٿئي ٿو. سرمائيداريءَ جي واڌاري لاءِ قومي ۽ علائقائي حدون رڪاوٽ ٿين ٿيون. چو جو قومي منڊي اُن جي وڌندڙ پيداوار ۽ مصنوعات جي کپت ڪافي نٿي رهي. اهوئي سبب هو، جو انگلنڊ، فرانس، اٽلي ۽ ٻيا سرمائيدار ملڪ بيٺڪن قائم ڪرڻ تي مجبور ٿيا. هيءَ سامراج پنهنجن بيٺڪي ملڪن ۾ وڏيڪ ڪٺور ۽ ڦورو ثابت ٿئي ٿو. خاص طرح جڏهن بيٺڪي ملڪن ۾ آزاديءَ جون تحريڪون جاڳيون، انقلابي تحريڪن سان هم آهنگ ٿي، سڄي سامراجي سرشتي جي خلاف اُڀتي وڌن ٿيون، تڏهن سامراج پنهنجي ڦرلٽ، ڏاڍ ۽ ڌڪاءَ جون سڀ حدون لنگهي وڃي ٿو. ان دؤر ۾، خاص طرح، قومي تحريڪن ۾ پورهيت طبقي ۽ سندس پارٽيءَ جو ڪردار وڌيڪ اهم ٿي پوي ٿو. انهيءَ ڪري، روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ جي ٻي ڪانگريس (١٩٠٣ع) ۾ جو پارٽيءَ پاران قومي سوال تي پروگرام رٿيو ويو، تنهن ۾ گهر ڪئي ويئي تہ قومن کي خوداراديت جو حق ڏنو وڃي (اسم-٩) علائقائي خودمختيار حڪومتون قائم ڪيون وڃن (اسم-٣) ۽ قومن ۾ مڪمل هڪجهڙائي ۽ برابري آندي وڃي (اسم-٧). اُڳتي هلي، لينن جي لکيتن ۾، ۽ بالشويڪ پارٽيءَ جي نهرائن ۾ انهن اهم نڪتن جي وڌيڪ وضاحت ڪئي ويئي، جا هيٺين ريت آهي:

پهريون ۽ مکيہ نُڪتو آهي قومن کي

خوداراديت جي حق جو ”....قومن جي خود اراديت جي حق مان مراد آهي، ڌاريڻ قوم جي بالادست مملڪت مان نندين ۽ زيردست قومن جي علحدگي ۽ سندن پنهنجن آزاد قومي سرڪارين جي تشڪيل“ (گڏ ڪيل لکيتون. جلد ٢٠ ص ٣٩٧)
قومن جي خود اراديت جي حق جو نعرو، عوام کي هڪبئي جي ويجهي ڪرڻ لاءِ، پورهيت طبقي جي هٿ ۾ هڪ اثرائتو هٿيار آهي؛ ڇاڪاڻ ته پورهيت طبقو سدائين، قومن جي وچ ۾ آزاد، ڀاڻ مرادي ۽ برابريءَ تي ٻڌل، ۽ هرگز ڌڪڙ دونس سان نه آندل، قومي مصالحت جي پنيرائي ڪندو آهي؛ ۽ ٻيو ته اهو طبقو سڀني پيڙيل ۽ محروم قومن جي اهڙي علحدگيءَ جي حق جي طلب ڪندو آهي. لينن اڳ ۾ ئي سوچيو هو ته سوشلسٽ انقلاب، پيڙيل قومن ۽ بينڪي عوام کي پورو پورو حق ۽ نياءُ پلئه وجهندو، جنهن جي نتيجي ۾ قومن جي وچ ۾ ڀاڻ مرادي ۽ جمهوري ناهه ۽ اتحاد کي هٿي ملندي.
قومن جي خود اراديت جي حق ڪان پوءِ علائقائي خودمختياريءَ جو سوال ٿو اچي، جو پڻ گهڻن قومي ملڪ جي خاص حالتن ۾ قومي سوال جي حل جو پورو ۽ محڪم اپاءُ ثابت ٿي سگهي ٿو. اها خودمختياري ان علائقي سان لاڳو رهي ٿي، جنهن ۾ اهڙي قومي ميلاپ وارو آدم رهي ٿو؛ جنهن کي الڳ اقتصاديات، رهڻي ڪهڻي، ٻولي ۽ ثقافت آهي. ان خودمختياريءَ ۾ قوم کي پنهنجي وسيلن وڙن کي ڪتب آڻڻ جو وجهه ملي ٿو، ۽ هوءَ انهن کي پنهنجي اقتصادي، سماجي ۽ ثقافتي حياتي سڌارڻ ۽ اڳرائيءَ ڪان محفوظ رهڻ لاءِ ڪتب آڻي ٿي.
قومي سوال تي مارڪسي- لينني پروگرام ۽ پاليسيءَ جو ٻيو اهم نڪتو آهي. قومن جي سندن اقتصادي، سياسي ۽ ثقافتي جيون ۾، پوري پوري هڪجهڙائي ۽ برابري. ثقافتي جيون ۽ برابريءَ ۾ ضمير جي آزادي ۽ قومن جي پنهنجي زبان ۾ نشرواشاعت اچي وڃن ٿا. اُن ڪري ئي لينن هميشه هڪ قوم تي زور زبردستيءَ ڪنهن سرڪاري ٻولي جي مڙهڻ جي خلاف هو. هن جو نظريو هو ته اقتصادي ۽ ثقافتي ترقيءَ جون گهرجون، بنا ڪنهن زور زبردستيءَ جي، هڪ مملڪت ۾ رهندڙ ڌار ڌار قوميتن کي، اڪثريت جي زبان پڙهڻ تي ازخود مجبور ڪنديون (گڏ ڪيل لکيتون. جلد-٢٠ ص ٢٧٠). انقلاب کان اڳ واري دور ۾، پارٽيءَ، قومي برابريءَ جي حق کي، جمهوري مطالبو ڪري پئي ليکيو ۽ مڃرايو. سوشلسٽ انقلاب کان پوءِ اُن حق کي، ”روسي عوامن جي حقن جي پڌرنامي“ ۾ جاءِ ڏني ويئي، ۽ بعد ۾ روس جي آئين ۾ اسر نمبر ١٢٣ طور داخل ڪيو ويو.
آخر ۾ ٻه ٻيا اهم نڪتا: (١) سماجي ڇوٽڪاري ۽ قومي آزاديءَ واسطي، پرماري طبقن خلاف، قوميتن ۽ قومن جي پورهيت طبقن جو بين الاقوامي ايڪو ۽ ڳانڍاپو؛ ۽ (٢) پارٽيءَ جي، پورهيت جماعتن جي، ۽ ٻين عوامي جماعتن جي، بين الاقوامي اصولن ۽ بنيادن تي تنظيم. مارڪس ۽ لينن جي لکيتن ۾ پورهيت جي قومي ۽ بين الاقوامي ڪردار ۾ ڳانڍاپي ۽ ربط جي اصول تي خاص ڌيان ڏياريو ويو آهي. اِهو اصول، هڪ پاسي اُن سرمائيداري ۽ خود پسند قوم پرستيءَ تي روڪ ٿو وجهي جيڪا عوامن جي وچ ۾ ڏڪار ۽ نفرت پيدا ڪندي آهي، ته ٻئي پاسي وري دنيا جي پورهيتن کي هردم ۽ هميشه ۽ هر حالت ۾ قومي ڦرلٽ ۽ پرماريءَ خلاف عمل جي ميدان ۾ آڻيندو ٿو رهي.
اُن وقت ٻه، اِن قومي پروگرام کي عمل

۾ آڻڻ لاءِ، پارٽيءَ کي موقعي پرستن سان سخت سنهن ڏيڻو پيو. لينن ۽ ٻين مارڪسي اڳواڻن، موقعي پرستن جي نسڙڪائو ”قومي ۽ ثقافتي خودمختياريءَ“ واري پروگرام جي مخالفت ڪئي. اهو پروگرام بائير ۽ رينر پيش ڪيو هو، جنهن جو بنياد قوم بابت سندن تصوراتي ۽ فرضي نظريي تي ٻڌل هو. هُنن قومي مسئلي جو حل اِهو پئي ٻڌايو ته سرمائيداري سرشتي وارين حالتن هيٺ ئي، ڪن قومن کي ڪي رعايتون ڏنيون وڃن ۽ انهن جي ملڪي ايراضين ۾ ڪي سڌارا آندا وڃن. اُن پروگرام هيٺ ننڍين ۽ پيڙهيل قومن جي اسيمبلين کي رڳو پنهنجي ثقافتي مسئلن ۾ فيصلن جو اختيار ڏنو پئي ويو، ۽ باقي سياسي ۽ اقتصادي اختياري وڏيءَ قوم جي سرمائيدارن ۽ زميندارن وٽ ئي پيئي رهي. لينن اُن پروگرام کي غيرانقلابي، اصلاحي،سازشي۽پورهيت تحريڪ دشمن پروگرام جا لقب ڏيئي نڌيو. اِن کان سواءِ اهو پروگرام عمل ۾ اچڻ جوڳو به نه هو: چاڪاڻ ته پيڙهيندڙ قوم جا سرمائيدار ۽ زميندار اهڙيون اقتصادي، سماجي ۽ سياسي حالتون پيدا ئي نه ٿيڻ ڏين ها، جن ۾ پيڙجندڙ قومون پنهنجي ثقافت کي ترقي وٺرائي سگهن. اهو پروگرام خود غرضيءَ ۽ موقعي پرستيءَ جو رستو هو، ڇو جو ان نه رڳو بالادست ۽ حاڪم قوم جي خاص رعايتن جي پڙدي پناهي ٿي ڪئي، پر اِهو خام خيال به پئي پيدا ڪيو ته قومي سوال کي، انقلاب رستي سرمائيداري سرشتي جي ختم ڪرڻ ڌاران ئي رڳو چند سڌارن سان حل ڪري پيو سگهجي اِن ڪري روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ ليبر پارٽيءَ، پنهنجي ٻيءَ ڪانگريس ۾، اهو ”قومي ثقافتي خودمختياريءَ“ جو اڻڪلي پروگرام پوريءَ طرح رد ڪري ڇڏيو.

آخر ۾ قومي سوال تي، ترقي پسند ڪاٻيءَ ڌر جي ڪن غلطين تي، لينن جي تنقيد جو ذڪر ڪرڻ به بيجا نه ٿيندو. روزا لگزمبرگ پنهنجي ١٩٠٨ع ۾ شايع ٿيل هڪ مقالي، ”قومي سوال ۽ خودمختياري“، ۾ لکيو ته، ”قومن کي خود اراديت جي حق- علحدگيءَ جي حق سميت- ڏيڻ جي نتيجي ۾ ڪمزور ۽ ڇامڙيون سرڪاريون پيدا ٿي پونديون، ۽ پورهيت ڇڄي ننڍين ننڍين اڪيلن قومي ٽڪرن ۾ ورهائجي ويندا؛ ۽ ٻيو ته، سامراجي حالتن هيٺ، اهڙي حق جي گهر ڪرڻ ناقابل عمل آهي.“ لينن پنهنجي نامور مقالي ”قومن جي خود اراديت جي حق بابت“ ۾ روزالگزمبرگ جي اُن خودفريبيءَ جو وکو پڌرو ڪيو. هاڻوڪي دور ۾، انقلابي قومي آزادي جي تحريڪن جي نتيجي ۾، ايشيا ۽ آفريڪا ۾ آزاد قومي رياستن جو ظهور، لينن جي اڳڪٿيءَ جي سچائيءَ ۽ ثبوت جو دليل آهي. تاريخ ثابت ڪري چڪي آهي ته قومي سوال جي سلسلي ۾ مارڪسي- ليننيي نظريو ۽ پروگرام ئي صحيح ۽ سچو رستو آهي. اُن نظريي تي عمل سان ئي، نه رڳو قوم پنهنجي مجموعي طور قرلٽ۽پرماريءَ کان نجات حاصل ڪري ٿي، پر ان جو هر فرد ان جنجل کان پنهنجي جان ڇڏائي ٿو سگهي.

سنڌيڪار:
سيد اڪبر

(ويٽنامي ڪهاڻي)

# ڳوٺاڻو اِنجنير

١٩٥٦ع ۾ امن قائم ٿيو. آءٌ جنگ جي محاذ تان موٽي ڳوٺ آيس. پانيو ايئن پئي ويو ته هاڻ سک ۽ آزاديءَ سان حياتيءَ جي شروعات ٿيندي. فرانس جي هار ڪان پوءِ پنهنجو راڄ ٿيندو. مارُو ماڻهن جي غربت ۽ هيڻائي ختم ٿيندي. نئون ماحول ۽ نئين ڳالهه هوندي. پر اسان جي مٺڙي وطن ويٽنام جي ڏاکڻي حصي تي ٿورن جو راڄ هو. فرانس جي جاءِ يانڪي غنڊن ورتي شروع ڪئي.

مون واري پرڳڻي 'ڪين ٿيو' تي به ٿورن جو قبضو ٿي ويو. ان ڪان پوءِ تر جي حاڪمن خاص ڪري جاگيردارن ۽ وڏن زميندارن انهن گوريلا مجاهدن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪيو، جيڪي فرينچ دشمن خلاف وڙهيا هئا. پراڻي نظام جي خلاف ڪوبه ماڻهو ٻڙڪ ڀاڻي نه سگهندو هو. سڄي پرڳڻي ۾ مارا ماري ۽ نفسانفسي هوندي هئي. آءٌ اِن عذاب ڪان تنگ ٿي لاچار ڀڄي ويس. آءٌ تر جي حاڪمن جي بلئڪ لسٽ تي چڙهيل هوس. جيڪڏهن اُنهن جي ور چڙهي وڃان ها، ته مون سان به اهڙي ويڌن ٿئي ها، جهڙي ٻين بيشمار گرفتار ٿيل وطني ماڻهن سان ٿي هئي. اُنهن کي ڇيڇلائي ماريو ويو هو. پوليس ڪانُ ڇڪندو، ڀڄندو، ڳوٺن ۾ لڪندو رهيس منهنجي جهونن ساٿين مون کي هڪڙو ڪريل پستول ڏنو. آءٌ اُن ٿتل هٿيار کي کڻيو ڀڄندو رهيس. اهو هر وقت مون وٽ هوندو هو ۽ آءٌ سدائين ان کي ٺيڪ ڪرڻ ۾ رڌل هوندو هوس. آخر هڪ ڏينهن ان کي ٺيڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيس. هٿيار ٺيڪ ڪرڻ جو اهو منهنجو پهريون ڪارنامو هو.

انهن ڏينهن آءٌ رات جو ٻوڪن ۾ سمهندو هوس. ڏينهن جو ويرين جي نظر بچائي، ڳوٺاڻن سان ڪچهريون ڪندو هوس. منهنجو فرانس جي خلاف لڙندڙ آزاديءَ جي مجاهدن سان لاڳاپو قائم هو. انهن مون کي ٻڌايو ته 'هاڻ اهي ڏينهن پري ڪونهن، جو مسڪين مارو ان ظلم خلاف اُٿي اُٿيا ٿيندا ۽ ان کي ناس ڪري ڇڏيندا.' مون دشمن سان آخري گهڙيءَ تائين وڙهڻ جو پڪو پهه ڪيو هو. اُنهيءَ ڪري آءٌ عوامي جنگ ۾ حصي وٺڻ جون تياريون ڪرڻ لڳس.

آءٌ بانس جا ڀالا ٺاهڻ لڳس، ۽ ڪڏهن ڪو ڪريل بم هٿ ايندو هوم، ته ان مان بارودي سرنگون ٺاهيندو هوس. انهن شين کي جدا هنڌن تي لڪائي رکندو هوس. آءٌ اڃا تائين لِڪ ۾ رهندو هوس. ڇو ته ڪنهن ڳوٺ يا وستيءَ ۾ وڃڻ ۾ جوکو هو.

ڪجهه وقت ڪان پوءِ منهنجي ساٿين مون کي ٻڌايو ته هاڻ دشمن تي جوابي حملي ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. عوام ڏاڍ ۽ ڏمر خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ تيار آهن. مون جتي بارودي سرنگون ۽ ڇُهنبيارا بانس جا ڀالا لڪائي رکيا هئا، اتان اهي ڪڍيا، ۽ انهن کي ساٿين جي حوالي ڪيم. ساٿي منهنجا جوڙيل هٿيار ڏسي

ڏاڍا سرها ٿيا. انهن مون کي چيو ته ”گهڻن کان گهڻن هارين کي اهي هٿيار ناهڻ سيکار ته اهي عوامي جنگ ۾ شامل ٿي سگهن!“

آءٌ هڪڙي ٻنيلي ۾ چڙهي رات جو ڳوٺن ۾ ويندو هوس. آءٌ جتي به ويس ٿي، اُتي هارين منهنجو وڏي جوش سان آڌرڀاءُ ٿي ڪيو. مون انهن کي پنهنجا جوڙيل هٿيار ناهڻ ۽ هلائڻ جا طريقا سيکاريا. اهي ڇنبيارن بانسن کي گهڙڻ ۽ دشمن لاءِ هرهنڌ ڳجهون کڏون کوٽي ڇڏڻ ۾ هڪٻئي سان چٽاڀيٽي ڪرڻ لڳا. هو عوامي هٿياربند جدوجهد ۾ اسان سان پنهنجو فرض نڀائڻ لاءِ آتا هئا.

دشمن جي هڪ رجمنٽ ’ناريل پل‘ جي ويجهو لتل هئي. انهيءَ رجمنٽ جا سپاهي گهڻو ڪري ”صفائيءَ“ جي مهم تي ڏوڪي ويندا هئا. انهيءَ مهم جو مقصد هو، عوام وٽ لڪل هٿيار ڳولڻ ۽ انقلابي نوجوانن کي جهلڻ. اتان ورندي اهي ڳوٺن مان اناج ۽ ڪپڙو ڦري ۽ بدڪون جهلي کڻي ويندا هئا. انهن جي ٻيلي ڪرڻ لاءِ هارين دشمن جي مورچن لڳ، هنڌن هنڌن تي لڪل کڏن جو رڇ ڦيري ڇڏيو، ۽ ننڍا ننڍا ڇنبيارا بانس جا ڪِلا جدا جدا لنگهن تي کوڙي ڇڏيا. جڏهن دشمن جا سپاهي دستور موجب ”صفائي“ جي مهم تي سنڀالي سنڀالي، نڪرندا هئا، ته گهڻا ته انهن ڳجهن کڏن ۾ ڪري ڦٿجي پوندا هئا. جيڪي لنگهن کان ٻچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، انهن جي پيرن کي وري ڇنبيارا بانس ڇچري واڍوڙي ڇڏيندا هئا. هاري پنهنجي انهن پهرين ڪاميابين تي خوش ٿيندا هئا، ۽ سندن جوڙيل هٿيارن ۾ ويساهه وڌي ويندو هون. هارين جي سات ۽ مدد سان مون ڇنبيارن بانسن جا ڪئين نمونا ناهيا، ۽ ڊيڪيل ڪاهيون ۽ بارودي

سرنگهون ناهيم. مون بانس جا سُتبا جوڙيا. انهن کي ڏوري سان ٻڌي، ڏڙهي جهڙي صورت ڏنيم. انهن جون سُئي جهڙيون تکيون ڇنبون ٻاهر نڪتل هونديون هيون. اهي ڏڙها دشمن جي موٽر گاڏين جي ڦيٿن ۾ وڏا ڏرڙ ڪري ڇڏيندا هئا. مون بانس جا ڀالا ناهيا. انهن کي ڇوڪندي تختي ۾ ٽنبي، وٽن تان ڏوريءَ سان ٻڌي ڇڏيم. جڏهن ان رسيءَ کي ڇڪبو هو، ته سڀ ڀالا پوريءَ طاقت سان هيٺ دشمن تي وڃي ڪِرڪندا هئا. پنهنجي بچاءُ لاءِ ۽ وڏنڊڙ دشمن تي لڪي تيرن ۽ نيزن جي وسڪاري ڪرڻ لاءِ، مون ڪاهين جا ڪيترا قسم ناهيا. مون هڪڙي قسم جي ڪاهي ناهي، جنهن ۾ به طبق ٺاهيا هئا. هڪ ڪڏي جي هيٺيان ٻيو کڏو کوٽبو هو. انهن کڏن کي پڪي ۽ ڪچي پٽ جي لحاظ کان کوٽبو هو. منهنجا جوڙيل هٿيار ۽ بچاءَ جا وسيلا هارين ڏاڍا پسند ڪيا. هر ڳوٺ ۾ دشمن جي مقابلي ۾ انهن کي ڪتب آڻبو هو.

ڪجهه وقت کان پوءِ مون هڪڙي ”سپاهي جو پتلو“ ناهيو، جو هڪ ئي وقت ڪيترن دشمن کي ماري ڇڏيندو هو. جڏهن دشمن جا سپاهي ڳوٺن ۾ گهڙندا هئا ۽ جنهن پل سندن پير ڊيڪيل ’ڪمانن‘ تي پوندا هئا، ته اُن پل سندن اکيان ڳجهي کڏي مان هڪڙي ”سپاهيءَ جو پتلو“ سيتي وڃائيندو ، نڪرندو هو، ان جي هڪڙي هٿ ۾ رائيفل ۽ ٻئي هٿ ۾ بم هوندو هو. اهو رائيفل ۽ بم ٻنهي کي ساڳئي وقت هلائيندو هو. انهيءَ اوچتي حملي ڪري دشمن ۾ ٻاڪرڪٿو پئجي ويندو هو. جي دشمن انهن پتلن جي حملي کان ٻچڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، ته وري اوسي پاسي وارين ڳجهين کڏن ۾ ڪري ختم ٿي ويندا هئا.

ان کان پوءِ اسان هڪڙي ٻئي قسم جو ”پٽلو“ جوڙيو، جو دشمن جي لاءِ وڌيڪ خوفائتو ثابت ٿيو. هيءُ پٽلو اشاري ٿيڻ شرط، ويجهي آيل دشمن ڏانهن وڏي رائيفل جي سنگين وچي منجهس ٿنبيندو هو. جڏهن دشمن کي ڪڙڪ پئجي ويندي هئي ته فلاڻن ڳوٺن جي حفاظت اسان جا ”پٽلا“ تا ڪن، ته آهي انهن ڳوٺن ڏانهن منهن به ڪونه ڪندا هئا. جڏهن ڪين اسان جي ڳوٺن جي ”صفائي ڪرڻ“ لاءِ موڪليو ويندو هو، تڏهن هو اسان جي ڳوٺن جي ٻاهران نالي ماتر گوليون ڇوڙي رڪارڊ جي پورائي ڪري، واپس پنهن جن چوڪين ڏانهن هليا ويندا هئا. ڪجهه وقت کان پوءِ اسان آباد بنين ۾ ڳجها کڏا کوٽڻ شروع ڪيا، ۽ انهن ۾ ڇهنبيارا بانس کوڙي ڇڏياسون. جو ته هاڻ دشمن پيچرن ۽ ٻين لنگهن لاهن کي ڇڏي ٻيٺل فصلن وچان ڳوٺن ۾ گهڙڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، اسان جي ان نئين جوابي قدم دشمن جي چر پر ۾ زبردست رڪاوٽ وجهي ڇڏي، ۽ هن جي آها اٽڪل به ناڪام بنائي ڇڏي.

١٩٦٣ع کان ١٩٦٨ع تائين پر ڳٽي، ’ڪين ٿيو‘ جي عوام رڳو ڇهنبيارن بانسن ۽ ڍڪيل کڏن سان دشمن جا ٥ هزار سپاهي ماريا ۽ زخمي ڪيا. انهن ۾ ٢٥٨ ته ١٩٦٧ع جي سياري ۽ اونهاري جي وچ ڏاري ماريا ۽ زخمي ڪيا ويا. دشمن پنهنجين ”صفائيءَ“ جي مهمن جي سلسلي ۾ ڪيترائي ڀيرا حملا ڪيا، پر اسان انهن کي مڙس تي منهن ڏنو.

هڪ ڀيري اسان جي صوبي جي اڳواڻ ساٿين مون کي چيو ’ته اهڙو ڪو هلڪو هٿيار هٿ ڪهرجي، جو کڏن سان گڏ ڪتب آڻي سگهجي! مون پڌو هو ته ڪارا چيلاٽا دشمن جي خلاف استعمال ڪري سگهجن ٿا. مون سڄي علائقي ۾ چيلاٽن جي ڇٽن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. چيلاٽن مون کي اهڙو ته ڏنگيو، جو منهنجو سڄو بدن سڄي نيرو ٿي پيو. آءٌ ڪيترا ڏينهن تپيو پيو هوس، نيٺ چيلاٽن جي لڳاتار ڏنگن ڪري منهنجي بدن ۾ بچاءَ ڪرڻ جي طاقت پيدا ٿي پئي، ۽ آنهن جا ڏنگ پيتاري ويس ڪجهه وقت کان پوءِ مون چيلاٽن جا سؤ کان وڌيڪ ڇٽ گڏ ڪري ورتا. چيلاٽن کي دشمن تي حملي ڪرڻ جي سکيا ڏيڻ جي لاءِ مون هڪ پتلو تيار ڪيو. انهيءَ پتلي کي دشمن سپاهيءَ جي وردي ڍڪايم. ان کي چيلاٽن جي ڇٽ جي سامهون ٻيهاريم، پوءِ چيلاٽن جي ڇٽ کي ڇيڙيو. چيلاٽا ڇٽ کان اڏامي سڌو پتلي کي وڃي چهٽا ۽ ونئي ان کي ڏنگڻ شروع ڪيائون. آهستي آهستي مون انهن کي وڌيڪ تربيت ڏني، تانجو هو، اشارو ٿيندي ئي، وڃي دشمن تي ڪڙڪندا هئا. هاڻ سڄي علائقي جي ماڻهن به چيلاٽا پالڻ شروع ڪيا. نيٺ اسان دشمن تي چيلاٽن جي باقاعدي حملي ڪرائڻ جو پروگرام تيار ڪيو. هي واقعو ٧ ڊسمبر ١٩٦٦ع جو آهي، دشمن جي ديسي فوجين اسان جي هڪڙي ڳوٺ کي ڦريو. هو هارين کان ڪڪڙيون، ناريل، چانهيون ڪسي، ڳوٺ کان ٻاهر فصلن ۾ وڃي هيليڪاپٽرن جو انتظار ڪرڻ لڳا. هاڻي آهي فقط هيليڪاپٽرن جي وسيلي اچي وڃي سگهيا ٿي، جو ته زميني رستا انهن لاءِ باقي ڪي ٿورا وڃي بچيا هئا. اسان ان موقعي جو فائدو ورتو. ۽ آتي آسپاس ويهاريل پنهنجي تاتيل چيلاٽن کي کٽي انهن تي ڇڏيو. هزارين چيلاٽا اڪ چنب ۾ يڪونيٽ ڪري اڏاٽا ۽ دشمن سپاهين کي چهٽي ويا. سپاهي سپ سامان سڙو پٽ ۾ ڇڏي، بتال ٿي، اٿي ڀڳا. منجهائن ڪيترا اسان جي ڳجهين کڏن ۾ ڪري پيا.

ويهن ڪان وڌيڪ دشمن سپاهي رڳو چيلاٽن هٿان ڏنگجڻ ڪري سخت زخمي ٿي پيا.

هڪ ڀيري ضلعي 'ڪي ڪاچ' جو هڪ پاڙيتو آفيسر پنهنجي سپاهين سان گڏ هڪڙي قبرستان وٽان لنگهيو. هن هڪڙي وطن دوست ڇوڪري کي جهليو ۽ ان کي مجبور ڪيائين ته "هلي پنهنجي ڳوٺ جو سڌو رستو ڏيکار!" ڇوڪرو انهن کي اٽڪل سان اسان جي سيڪاريل چيلاٽن جي ڇٽ وٽ وٺي آيو. جڏهن هو انهن جي بلڪل ويجهو آيو، تڏهن وٺي انهن جي ڪکر ۾ ڪڙو هنيائين. چيلاٽن يونيٽ ڪري، وٺي مٿن اوچتو حملو ڪيو. چار سپاهي بري طرح زخمي ٿي پيا، ٻيا سڄيل منهن لڪائي اتان وٺي ڀڳا. اسان جا اهي چيلاٽا نه رڳو انهن سپاهين جو آڌر ڀاءُ ڪندا آهن جيڪي سپاهي اسان تي حملي ڪرڻ لاءِ ايندا آهن، پر هو اڏامي وڃي دشمن جي چوڪين تي به هلائون ڪندا آهن. 'اِڪي ڪان' نالي چوڪيءَ جا سپاهي ماڻهن ڪان ٻيڙيون ۽ ٻيو سامان ڦريندا هئا. انهن کي سبڪ ڏيڻ لاءِ اسان بانسن کي گڏ ڪري هڪڙو لَڙهه بنايو. انهيءَ تي هڪڙو جهنڊو کوڙيوسون، جهنڊي جي هيٺ چيلاٽن جو ڇڳو موچارو ڪنڪ لڪائي ڇڏيوسون. جڏهن دشمن سپاهين ان لَڙهه کي درياءَ ۾ لُڙهندي ڏٺو، ته هو ان کي هٿ ڪرڻ جي لاءِ اڳتي وڌيا. جنهن مهل انهن لڙهه کي هٿ وڌا، تنهن مهل چيلاٽن وٺي مٿن حملو ڪيو. سپاهين ٻيڙين مان وٺي درياءَ ۾ ٽپا ڏنا ۽ جانين بچائڻ لاءِ ٽاڦوڙا هڻڻ لڳا. ڪنڌيءَ تي بيٺل سپاهين جڏهن اهو ويل ڏٺو، تڏهن انهن به وٺي ڪڙين تي زور ڏنو.

هارين انهن چيلاٽن ۾ اڪل ڪٿن کي تمام گهڻن موقعن تي ڪتب آندو. هڪ ڀيري 'ٿوان هوأنگ ڪي' جي ڳوٺ نمبر ٧ تي دشمن جي پنج هزار سپاهين حملو ڪيو، ڳوناڻن ڪٺي مٿن چيلاٽا ڇڏيا، جي کين وڪوڙي ويا. هنن لاچار ڀڄي جان ڇڏائي. اڄ شاهي سڙڪ جي ڪيترن ميلن تائين انهن چيلاٽن وسيلي اسان جو قبضو آهي.

١٩٦٥ع کان پوءِ دشمن 'نام ڪان' جي ضلعي ۾ دير سان ڦاٽندڙ چرخي وارا بم استعمال ڪرڻ لڳا. هنن آهي بم جهازن جي وسيلي گهرن جي ڪڏن، اڳڻن، وٽاڻن ۽ ٻوڪن ۾ ڪيرايا. بمن جي دير سان ڦاٽڻ ڪري اسان جا ڪيترا ماڻهو زخمي ٿيا. آءُ اِهو ٻڌڻي آٽي ويس ۽ ان بم جي چرخي واري حصي کي ڳولي هٿ ڪيم. آءٌ وڏيءَ خبرداريءَ ۽ ڳوڙهي ويچار ڪانپوءِ ان بم جي حصن کي ڌار ڌار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيس، اُن کان پوءِ مون پنهنجي هٿيار گهر جي ساٿين کان مارٽر جا (ڦاٽندڙ) گولا ناهڻ سکيا. پوءِ چرخي وارن بمن جي ڪجهه حصن کي الڳ ڪري ان ۾ ٻيا حصا لڳايم. آهڙيءَ طرح مون انهن بمن کي ڪاميابيءَ سان بدلائي، منجهائن مارٽر جا گولا ناهي ورتا. پر انهن گولن جو ٻاهريون دائرو اسان جي هٿرادو ناهيل مارٽرن کان وڏو هو. انهيءَ ڪري چرخيءَ وارن بمن مان منهنجا تيار ڪيل گولا اسانجي مارٽر ۾ استعمال ٿئي ٿي سگهيا. انهيءَ ڏکيائيءَ کي آسان ڪرڻ لاءِ مون گهربل موڪر وارا بانس هٿ ڪيا، انهن کي اندران کوري پورو ڪيم، ۽ انهن مان مارٽرن لاءِ خول تيار ڪيم، جو ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيو. بانس جي خولن وارن مارٽرن کي اسان پهريون ڀيرو 'لونگ مين' علائقي جي لڙائيءَ ۾ استعمال ڪيو. اسان دشمن جي اُن چوڪيءَ تي حملي ڪرڻ وقت انهن مارٽرن جي وسيلي گولا ڪيرايا. آهي بلڪل صحيح نشانن



ڏسو صفحو ٧

اعجاز علي خواجه

# سنڌ جي ڇوڏڪاري جو بنياد سنڌي پورهيت آهي

ملڪ جي سياسي صورتحال کي سامهون رکي، سنڌ جون اقتصادي ۽ سياسي حالتون هن وقت روزمره جي بحث جو موضوع بنيل آهي.

سنڌ جو سياستدان، دانشور، عالم، اديب، شاعر، شاگرد ۽ پورهيت طبقو هاري ۽ مزور پنهنجي سوچ کي پيش ڪري رهيو آهي. ڪنهن جي به نيت تي شڪ ڪرڻ ڪانسواءِ، ۽ ڪنهن جي به سياسي سوچ سان اصولي اختلافن کي پاسيرو رکندي، هر محب وطن سنڌيءَ کي قومي ضرورتن ۽ گهرجن کي ڌيان ۾ رکي قوم اڳيان پنهنجي تعميري واٽ پيش ڪرڻ کپي.

سنڌ جي قومي رهنمائن، سياسي اڳواڻن ۽ دانشورن جو اهو قومي فرض آهي ته هو قوم جي صحيح اڳواڻي ڪن. حالتن جي پوري پروڙ نه هجڻ ۽ وقت جي رفتار جو غلط اندازو لڳائڻ قوم لاءِ وڏي نقصان جو ڪارڻ بنجي سگهي ٿو.

اها پڌري ڳالهه آهي ته سنڌ سان تمام گهڻيون بي انصافيون ٿيون آهن، ۽ سنڌ جا اقتصادي، سماجي ۽ سياسي وسيلا سنڌي عوام جي هٿ کان باهر رهيا آهن. ڏسڻو آهي ته ائين ڇو آهي ۽ انهيءَ جا بنيادي سبب ڪهڙا آهن؟ سنڌي عوام ڇو پٺتي رهيو؟ هن ڌرتيءَ سان ڇو ناانصافي ٿي؟ هي سڀ سوال سوچڻ جهڙا آهن. سنڌ جو عوام هر دور ۾ لٽيندڙ قومن خلاف مسلسل جدوجهد ڪندو آيو آهي. انگريزن جي خلاف به سنڌي عوام زبردست ٽڪر کاڌو ۽ گورن جي پڄاڙيءَ تائين سنڌي عوام انگريز جي وجود کي نه مڃيو. ۽ ست سمنڊ پار وارن حاڪمن مان جند ڇڏائڻ لاءِ هن سرزمين تي لڳاتار جدوجهد رهي. جنهن جو ثبوت هي آهي ته، گڏيل هندستان جي سڀني صوبن ۾ سڀ کان پهرين سنڌ اسيمبليءَ پاڪستان سان گڏ رهڻ لاءِ ٺهراءُ منظور ڪيو.

سنڌ جي ماڻهن عوامي سطح تي به پاڪستان لاءِ زبردست مهم هلائي، ڇاڪاڻ ته انگريز حاڪم جي طبقاتي مٿيرائي واري رويي ۽ سندن پاليل عوام دشمن وڏيرن، جاگيردارن ۽ سرمائيدارن پوءِ اُهي هندو هجن يا مسلمان، سندن عوام دشمن ۽ مسڪين مار حرڪتن ۽ بي تاج بادشاه وارن ڪرتوتن سبب عوام جي دل ۾ سخت نفرت، حقارت پيدا ٿي هئي، ۽ ماڻهن تبديلي ٿي گهري، آزاد رهڻ ٿي چاهيو.

سنڌي عوام کي اهو يقين هو ته 'ورهاڱي کانپوءِ، اسان خوشحال ۽ عزت واري حياتي گذارينداسين. پنهنجي ملڪ ۾ ڪوبه ڪنهن سان ناانصافيءَ جي جرئت نه ڪندو'. ورهاڱي کانپوءِ ملڪ ۾ جن ماڻهن کي سنڌ جي اڳواڻيءَ ڪرڻ جا موقعا مليا، ته انهن جو فرض هو ته سنڌي عوام کي بنيادي سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حق ڏيارين، جن کان هندو واپاري ۽ مسلمان زميندارن، جاگيردارن ۽ انگريز حاڪمن جي وقت ۾ سنڌي عوام کي پري رکيو ويو هو.

پر جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن

سنڌي عوام جي ڀلائي ۽ سندن بنيادي حقن جي تحفظ بدران هن صوبي سان اُرهه زورائي وارن طريقن ۾ تيزي ايندي ويئي. سڀ کان پهرين ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪيو ويو. ون يونٽ ناهي نه رڳو سنڌ جي پراڻي تهذيب، تمدن ۽ ثقافت کي هميشه لاءِ ميسارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. پر سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين به ٻاهران آندل ماڻهن کي ڏني ويئي. نوڪرين جا دروازا سنڌين لاءِ بند ڪيا ويا. سنڌ کي پاڻيءَ لاءِ سِڪايو ويو. سڀ کان وڏي ڳالهه هيءَ ته لکين لڏي ويل بي گهر هندستانين کي سيني صوبن ۾ برابريءَ جي بنياد تي ورهائڻ بدران صرف سنڌ ۾ وسايو ويو. اهو سڀ ڪجهه هڪ سلسلي جون مختلف ڪڙيون هيون. جن مطابق سنڌ جي ماڻهوءَ کي مجبور ۽ گهٽ اڪثريت واري بي وس قوم بنائڻ هو.

هاڻي اسان کي ان ٽولي جي سيٽاَپ ڪرڻي آهي. جن جي ڪمزورين، اوڻاين يا سازش ۽ ذاتي مفادن کي قومي مفادن تي ترجيح ڏيڻ وارين پاليسين سنڌ کي ڳرو نقصان پهچايو. ٽولي مان مراد آهي سنڌ جو حڪمران ۽ اثرائتو طبقو. شروع کان وٺي اهڙي طبقي سنڌ جي نمائندگي ڪئي آهي، جنهنکي پنهنجا خاص ۽ ڳها سماجي، سياسي ۽ اقتصادي فائدا آهن. جن کي وسارڻ انهيءَ طبقي لاءِ ناممڪن آهي. انهي طبقي لاءِ سڄي عوام جا ڳڏيل فائدا يا قومي فائدا اهڙي حيثيت تا رکن، جيئن ڪو واٽهڙو ڪنهن ماڪوڙيءَ کي اورانگهي وڃي يا اُنتي پير ڏيئي ڪيس چيپي ماري ڇڏي. بلڪل ائين چئڻ ڪو واقعو ٿيو ئي نه هجي. هڪ طبقي هڪ طرف سنڌي قومي فائدن کي ڏنو وائٺو نيلام ڪيو. ٻي طرف سنڌي عوام کي انهيءَ خلاف آواز اٿارڻ کان روڪڻ لاءِ مختلف ڪيڏون ۽ اٽڪلون استعمال ڪيون. جنهنجي نتيجي ۾ ڊگهي عرصي تائين سنڌ جي قومي فائدن کي ڪاپاري ڌڪ لڳو، ۽ سنڌ جي ڪنهن به طبقي ان جي خلاف ٻڙڪ ٻاهر نه ڪيڍي.

مٿئين سڄي بحث مان هن نتيجي تي ٿو پهچجي ته اسان جي نقصان جي سڄي ذميواري انهيءَ مٿئين طبقي تي آهي ۽ هاڻي سنڌ جي قومي مفادن لاءِ پراڻين روايتن کان هٽي نيون انقلابي روايتون اختيار ڪرڻيون پونديون. قومي جدوجهد کي طبقاتي جدوجهد سان ملائي هڪ ڪرڻ گهرجي. دنيا جي تاريخ ثابت ڪيو آهي ته پورهيت طبقو جڏهن به ڪنهن مقصد سان گڏ جي اڳتي وڌيو آهي ته حالتن ضرور ڦيرو ڪاڌو آهي. گذريل سالن جي قومي جدوجهد سبب سنڌي عوام گهڻو اڳتي وڌيو آهي.

اُهي سنڌي محب وطن جيڪي سنڌي پورهيت هاري ۽ مزور کي قومي جدوجهد مان خارج ڪري سڄي اهميت وڏيرڪي ۽ مٿئين طبقي کي ڏين ٿا اُهي غلطيءَ تي آهن. مٿيون طبقو سنڌ جي مفادن سان ڪيڏي به دلچسپي ۽ اٽوٽ محبت رکي پر سنڌ جي ڇوٽڪاري جو بنياد سنڌي پورهيت آهي.

ٻئي طرف اسين پنهنجي سنڌي عوام کي ٻہ ڪجهہ چوڻ چاهيون ٿا. اسان ڪان قوم سڏائڻ جو حق قانوني طرح کسيو وڃي، سا ڪا معمولي ڳالهہ ڪانهي. اها ڪنهن سبب ڪان سواءِ ٿي نہ ٿي سگهي. اسان ڪي سبب اهو نظر اچي ٿو تہ اسان، باوجود چڱيءَ موچاريءَ شروعات ڪرڻ جي، هڪ قوم ٿي ليکجڻ جي پنهنجي دعوي عملي طرح ثابت ڪري نہ سگهيا آهيون. اسان ڪي تاريخ مان ڄاڻ ملي ٿي تہ جيڪي گهرجيون عقل ۽ ڏاهپ ڪان ڪم وٺي، ڪٺن محنت ڪري، ٻڌيءَ ۽ تنظيم ناهڻ لاءِ مليون هيون، سي اسان پاڻ پڏائڻ، هڪٻئي جي گلائن ڪرڻ، خسيس ذاتي فائدن وٺڻ، ننڍڙن ٽولن ٺاهڻ ۽ عوام تي آڪڙ ڪرڻ تي زيان ڪري ڇڏيون. اج اسان وٽ چوطرف فقط ليڊر ئي ليڊر آهن. هاري ليڊر، شاگرد ليڊر، قومي ليڊر، ادبي ليڊر وغيره، وغيره! پر پنيان ڪجهہ بہ ڪونهي- نہ نظريو، نہ ٻڌي ۽ نہ تنظيم.

هي غير جمهوري آرڊيننس اسان جي لاءِ هڪڙو ڇهبڪ آهي. جيڪڏهن اهو ڇهبڪ کائي، اسان سجاڳ ٿياسين ۽ پنهنجا فرض پورا ڪياسون، تہ چئبو تہ اسان ڪٿيو، هارايو ڪونہ.

قومن جي زندگيءَ ۾ لاهيون چاڙهيون ايندڀون رهنديون آهن. هن عارضي شڪست سبب اسان کي مايوسي ٿيڻ نہ کپي ۽ هشيار ٿي ڪري، قوم کي گاريون ڏيئي، وري پنهنجي پيٽ پوڃا ڌنڌي ۾ لڳي وڃڻ نہ کپي. نڪي زالن وانگر سڪٽي ميڪ ميڪ ڪري پنهنجي محنت جو ڪرڻ کپي. اسان جيڪڏهن مڙس ماڻهو ٿي، حالتن جو مقابلو ڪيو ۽ پنهنجا فرض ادا ڪيا تہ هي عارضي مشڪلاتون يقينن ختم ٿي وينديون، ۽ وقت جي واڳ وري اسان جي هٿ ۾ اچي ويندي.

ڏونگر ڏکوين تي ٽپي ڪنديسن ڪوهہ
تون جي پهڻ پہ جوب تہ لڳ بہ منهنجا لوهہ

## مذهب جي آڙ ۾ سنڌين ۾ ويڇا نہ وجهو!

پاڪستان جي دستور ۽ روءِ زمين جي انساني حقن جي تسليم ٿيل دستور موجب، هر سرڪار جي سڀني باشندن کي هڪ جهڙيون ذميواريون ۽ هڪ جهڙا حق حاصل هئڻ کپن. البت هيٺن ۽ ڪمزور ٽولن سان اها رعايت ڪري سگهجي ٿي تہ ڪين سندن فائدي لاءِ ڪي رعايتون ڏنيون وڃن، جهڙوڪ اليڪشن، تعليمي سهوليتن ۽ نوڪرين وغيره ۾ خاص ڪوٽا وغيره.

پاڪستان جا ازلي دشمن سنڌين جي زور پيچڻ ۽ ڪين پنهنجي گهر ۾ ٻي گهر بنائڻ لاءِ ڪئين گهٽ گهڙيندا رهيا آهن. هندو سنڌي انهن سازشين جي سازش جو خاص ۽ دلپسند نشانو ٿيئي رهيا آهن. سنڌ جا ماڻهو انهيءَ سازش کي ناڪام بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪندا رهيا آهن. تازو ميڊيڪل ڪاليجن ۾ داخلا لاءِ ڪوٽائون مقرر ڪيون ويون آهن. اُن ۾ هندو سنڌين لاءِ ڪوٽا مقرر ڪئي ويئي آهي. ظاهري طرح اُها سندن حقن جي حفاظت ڪرڻ لاءِ مٿن مهرباني ڪئي ويئي آهي، پر اُن مهربانيءَ جي آڙ ۾ حقيقت ۾ هڪڙي تمام وڏي بي انصافي لڪل آهي. هندو سنڌين ڪڏهن بہ الڳ ڪوٽا جي گهر نہ ڪئي آهي. الڳ ڪوٽا ساڻن مهرباني نہ پر مٿن چٽي آهي. اِها چٽي انهن تي انهيءَ ڪري وڌل نظر اچي ٿي، جو هو هندو آهن. مذهب جي بنياد تي ڪنهن بہ پاڪستانيءَ کي سندن جائز حقن ڪان گهٽ حق ڏيڻ پاڪستان جي دستور موجب ڏوهہ آهي. اهاڏوهہ جهڙي ڪاروائي فوراً بند ڪئي وڃي. هندو سنڌين ۽ مسلمان سنڌين جي وچ ۾ زوري پيدا ڪيل فرق ختم ڪيو وڃي، ۽ هندو سنڌين کي بہ مسلمان سنڌيءَ جهڙا ۽ جيترا حق ڏياريا وڃن. اها زور جي مڙهيل مهرباني موٽائي ورتي وڃي.

( ايڊيٽر )

هڪ اهڙي وطن دوست، جوڙي جوان ۽ ارڙي انقلابيءَ جو سچو تاريخي داستان جنهن مرڻ وقت به دشمن کي ڪنڌ نه ڏنو.

هن اکين ٽان ڪاري پٽي لاهي اڇلي ڇڏي ۽ چيائين: ”مرڻ وقت مون کي هن ڌرتيءَ کي ڏسڻ ڏيو. منهنجي پياريءَ ڌرتيءَ کي...“ گولين جو ڦهريون وسڪارو سندس ڇاتيءَ تي ٿيو تڏهن به هو نعرا هڻي رهيو هو. ”ويٽنام زنده آباد“

# جي ماريا نه موت

قيمت ٢-٥٠ رپيا

سنڌيڪار: تنوير عباسي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نه آهي.

ڪوشش اها هوندي ته پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي ته ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي به ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو به مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو ته پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو به لاڳاپو نه هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)